هفتيوار
# برسات
ڪراچي

(1)



شيخ اياز جي نئين تخليق
## ”پن ڇڻ پڇاڙي“ - برسات ۾
پهريون ڀيرو شايع ٿي رهي آهي.



علي احمد بروهي جو انتهائي
اهم انٽرويو



امر جليل جي ڪهاڻي
## مٽي جا ماڻهو
۽ ٻيو گهڻو ڪجهه

قيمت: ۵ رپيا

هفتيوار
# برسات
ڪراچي

## ڏاڙيل

اڄ ڪلهه
سڄي سنڌ مان
ڏاڙن جون خبرون اچي رهيون آهن
اخبارون پڙهڻ سان
ائين معلوم ٿئي ٿو ڄڻ ته
سڄي سنڌ ڏاڙيل بڻجي وئي آهي
آخر ڪهڙا ڪيس ٿيا آهن
ڪهڙو ويل وهيو آهي
سنڌ وارن کي ڇا ٿي ويو آهي
هنن کي ڪنهن ڏاڙيل بڻايو ؟
ڪراچيءَ جي اخبارن کي
اڃا به زورائتي انداز سان
انهن خبرن کي ڇاپڻ گهرجي
۽ ڪڏهن ڪڏهن
سنڌ جي حقن تي لڳل ڏاڙن بابت به
خبرون ڏيڻ گهرجن.

چيف ايڊيٽر :
يوسف شاهين

مئنيجنگ ايڊيٽر :
ناصر حيدر

ايڊيٽر :
عبدالرحمان پليجو

چيف رپورٽر :
طارق بيگ

مئنيجر:
محمد يونس

نمائنده سنڌ:
منظور روشن

جلد: ١٠ — شمارو: ۷١

هي پرچو افروايشيا پرنٽنگ پريس ناظمآباد ڪراچي مان يوسف شاهين ڇپائي پڌرو ڪيو.



اهو سوچي ته آلندي جي موت کان
ٻوءِ ٻيلو نرودا اسپتال ۾ ڪيئن مئو،
مان پنهنجي موت جي ريهرسل ڪري
رهيو آهيان !

جيستائين مان اهو نه ڄاڻان ته ان جو دروازو
کڙڪيءَ گهڙيءَ ۾ کلي ٿو، ۽ آها ڪيڏانهن
وڃي ٿي ۽ ان جو ڏالو ڇا آهي،
تيستائين مان هن گهر کان ٻاهر وڃڻ
نٿو چاهيان،
موت، دربان فرشتا، تون ان جو دروازو
ٻيڪڙي ڇڏ،

ڇو ته مان ٻاهر گهڙيءَ ۾ اڃا وڃڻ نه ٿو
چاهيان — گهڙي جنهن جو ڏالو به مونکي
معلوم نه آهي.

(ڪارڊيو واسڪيولر انسٽي ٽيوٽ ڪراچي مان)

شيخ اياز

# هيڪو

[ شيخ اياز جي نئين تخليق "پن ڇڻ پڇاڻا" تان ورتل، جاپاني طرز تي لکيل
هيڪو – اڻ ڇپيل پهريون ڀيرو برسات ۾ شايع ڪجن ٿا ]

○

ڇا تو سمجهيو تن؟
هي جي ڪُوڪي ڪوئليون
وِڃڻ وايون ڪَن!

○

ٻيڙا ڏڙڪن ٿا
سِڙهه ڪنهن آويساهه سان
ٿَڙ ٿَڙ ٿڙڪن ٿا

○

اڄهو سهڙي سَنجهه
هائي اکيون ٻوڏيون
ڇا لِيءِ ڪَنجهو ڪَنجهه!

○

ٽڪين ٽيلهي ٽَرُ؟
اڃا گوليءَ پنڌ تي
آهي پنهنجو گهرُ

○

رهندو وڃي ياءُ
سُڄي رستي تي رُڳو
پيرن جو پڙلاءُ!

○

ڪنهن کي ناهي ڪَر
نينگر ٻر جي تون اچين
مون وٽ پکين ٻَر

○

آپ ۾ سماڻو،
ٽارِي لُڏندي ئي رهِي
پنڇي اڏاڻو.

○

مون کي اِن مان ٻَوُ
اڃا تو ۾ شاعري
جياپي جو تَوُ!



لوڙهو، لئيءِ وَڻَ
پنهنجي پاسي واءُ ۾
ڪيڏي ڪنگوءَ ڇڻ! *



تنهنجي ذاتِ تنوارِ،
ڪارا ڪڪر آپ ۾
هيٺان پَٽَ ڪُنوار ـ *



تِتر ٻولن ٿا
ڪي دروازا ڌنڌ ۾
مون لئيءِ کولن ٿا



لِڪي ڪِين لِڪيون
پياري، تنهنجون ڳالهڙيون
جهڙيون مورَ ٽڪيون



آمڙ تنهنجي نَٿّ،
دانهين مون ٿي ٻيو ٿيا
ٿَر جا ٿوهرَ هَٿَ!



مون مَنُ مروڙي
پريان پٺي مينگهواڙِ
مريڙو نوڙي



هورَهيو ٻولي *
پاڻياريءَ جي پريت ۾
مون کي رڻ رولي



ڪاري ڪٻڙ هيٺ،
سِر تي جهلي پيلهڙو
ٿڪجي بيٺي نيٺ!

---

* ڪنگو — لئي جي وڻ جو گل * هورهيو — ٿر جو پکي * پٽ ڪنوار — ٿر جو گاهه



ڏات مـڳـان ڏاتـار،
جـوڙي ڌُنـَل جيـڏڙا
ڳنـڍيـان ڳنـڍڻ هـار!



کَٽَ، وڏيرو ٻَٽُ ـ
ٻيڏي آهي ٻَٽَ ڌي
هيٺ رڌو نبي رُت *



مار نـہ ٻاڙـي ٻـرُ
جنهن جي اکين ۾ چُلي
ڌو سارو کينجهر



آيو ڦـاڳـُ مٺان
گُل لڙن ٿا اڳ جيان
مان مُرجهايو هان



چوندين کوئل کي؟
اڄڪلهہ ٻارا ٻوهہَ جا
سانوڻ کي نہ سڏي!



آڌيءَ رات مٿان
چنڊ نہ ٻيٺو کونہ آ
مان ئي ٻيٺو هان



سرَءُ، ٻنيون، ٻگَهہ
آيرڻ ليءِ آئـي هُـئي
ڌرتيءَ ساري سگهہَ



کُڙن ٻيا کهنڊ،
ٻروهت ٻهڄي ويا
توکي ايڏي ٺنڊ!

---

* رتو نبو — پاڻيءَ جو پکي



آجُ نہ آڏارون
موکي ڪالهہ مري وئي
ٿا ساريل ٿارُون



ڏُس هي خالي مَٽَ!
موکي ڪالهہ مري وئي
ڳاٽَ لڳن ٿا ڳَٽَ



پيرو پڇٽو هان؟
جڳ سان ناتا ڇو ٽُٽا
ڇا مان وڇٽو هان ؟



ڪِنوِٽ ڪوٺي ڪيئن،
آس آياريءَ سُپرين
ڪَٿيءَ ڪَڪَر جيئن!



هائي نہ ترساءِ
مون جي ڳجرا پوئِيا
منهنجي هَٿان پاءِ!



ڪيڏو ڏور اچان ؟؟؟...
اج نہ ڪَرهل ڪُٽڪيو
هاڙ هي لڪَ مٿان!



اج جو ٽَڪا انگ،
ناچ ڇُپايا ڪيترا
ماڻهوءَ ڪان مرڏنگ!



سانت نہ ڇڳي هُونءَ،
پر جو ڪئي ٻولڙي
آمي ڏار ڇَتونءَ!



وڏي آسَر جَنڊُ ـ
جيجل ! تو جاڳائيو
سارو مانديءَ منڊُ .



تو تہ چوين ٿو، "لِک !"
ڳولهي ٿي ہي ڳالهہ کا
منهنجي هَڏن مِکُ .



کينن وراٽيان سَڏَ !
پٽيان ڳوري چپ آ
اڳيان اونهي کَڏَ .



اڄٽو آهہ بسنت
پيارا ، کويل کُوڪ ۾
آهہ سياري انت .



پاڳَ جڏهن ٻڌجن
اپري سيري ساٽَ جوُن
ڳالهڙيون ڳٺجن !



سَرتا ، هي سِرَ ڏڙَ !
وَٽيو پينگهون پَٽَ جون
لُڏُ نہ اوچي ٻڙ !



کِٿي سِي ڳياڙيون !
وجهو وَرَ وٺن ۾
کَرکَن کوراڙيون . ※



کهڙا سفر سانگ !
اڳيتي رڻ راڙا کري
کرنگهن مٿان کانگ.

---

※ کوراڙ ـ هڪ خطوناڪ نانگ



متان لهين سِجَ !
متان پوي رائڙيِ
منهنجيءَ جهوليءَ ٻِجَ ...



چَنڊا ٻيا ٻه ٽه ڪوڙ
مُنهنجي مَنهَن جي مٿان
ڪيڏي مينهَن ٻَتوڙَ !



آجو پانءِ نه ٿون
ڪَنڌو ٿنهنجي قرض جو
ڌرتيءَ ڇُٻي مون.



گهاوَ جڏهن گهائن
اوُليون ڀوُليون ڳالهڙيون
ويرَ نه ورجائن.



ڪَهڙا رُتِ ڦيرا !
ساڳيا وَڻَ ڇوليءَ مٿان
ڳِجهن آکيرا



او شَل ٻندَ ٻُجن،
مٿي تارا آبَ ۾
هيٺ ٽليون ٽمڪن.



ڏُس ته سياري ساڙُ !
ڪوهيڙي ۾ ويو ڇُپي
سڀ ڪلن اڳُ پهاڙُ.



ٻاهر آ طوفان،
ڇَپَر ڇنيي ٿو ڀيو
آڏي روشندان.



ٻُھرن تي ٻيٺي
رات جٽيندي ڪيترو
ويٺي ڙي ويٺي !



ڪوھيڙي ڪنھبو
ڳاڙھي ٻڪيءَ ڇُھنب سان
ڳائيندي ٽوپيو ۔



ڪَنگ ڇٽي ڪُرڙي ۔
جلسي ۾ شاعر ڏسي
اڄ آئي ڏرڙي ۔



ويري تنھنجي ٻَچ !
ڪَلرُ ڪيري ڪوٽ کي
مٿان ٻَگھن آڄَ !

"برسات"



ھِتِ نہ ھُيون ڪالھہ
ھيڏيون ٻگل ڪِنگريون
ايڏي ڇڳل مالھہ !



نِندَ ٻيو سيڪو،
دَسَ لڳا، دَر ٻُوريا
ٻير سُتو ٻيڪو۔



ھو جي جَن نہ ڪَن،
او شَل ٻَوَن مينھَڙا
ڳونگا واھہ ڳَجن !



ڏنگڙ ڏَھہ ڏَھہ ڪن،
اڄ نہ ڏٺم وات تي
گھوٽ مٿي گھوڙن !



دودو ڳول نہ تون،
سارو رَتُ ڇُهي وئي
وڃه سندي ٻون!



ماري ساري تَر
ٻر جي آڏرين ڪُونجڙي
لمو ڳاٽ نہ ڪر!



ٻوُنڊو نہ ڏي ٻُون
وري انهيءَ دوار ڏي
اچُو آهين تون!

آسي محمود "زميني"

## غزل

داستان دل ٻڌائڻ تو ڳهران،
يار دل جو ڪجهہ ڳهڻائڻ تو گهران.

بندگي جو لطف ڪجهہ حاصل ٿئي،
تو اڳيان سر کي جهڪائڻ ٿو گهران.

نقش دل تي جا رهجي ويي،
ڪا گهڙي اهڙي گذارڻ ٿو گهران.

آرزو ايڏي وڏي ٻي ناهي ڪا،
بس گهڙي ڪن مسڪرائڻ ٿو گهران.

تولاءِ گر منهنجو سڏائڻ آ ٻرو،
ٻاڻ کي تنهنجو چوائڻ ٿو گهران.

زندگي جي هر گهڙي، هر پل پرين،
تنهنجي آمهون سامهون گهارڻ ٿو گهران.

تنهنجا ماڻا، ناز ۽ انداز سڀ،
وقف پنهنجي لئہ ڪرائڻ ٿو گهران.

ناظرو آهي زمانو، تنهن ڪري،
توکي اکڙين ۾ لڪائڻ ٿو گهران.

منهنجي هر خواهش، تمنا تون آهين
تنهنجو ئي آسي سڏائڻ ٿو گهران.

امر جليل

# منّيءَ جا ماڻهو

[ هڪ دفعي توکي چيو هوم، تہ مان ويراڳ مان موٽي ايندس، ۽ توسان پنهنجي بيپناهہ محبت جي تجديد ڪندس. مان موٽي آيو آهيان. ]

جمعي جو ڏينهن هو. صبح جو وقت هو. مان موڳي مغز سان اخبارن جا صفحا ڏسي رهيو هوس. سموري رات مون خواب ۾ پاڻ کي آڌامندي ڏٺو هو. صبح جو آفيس تہ مٿو جائيتو نہ هو. اخبارن جي رنگين صفحن تي ڏنڊن مشٽنڊن پهلوانن، بدمعاشن، چورن، ڌورن، قاتلن ڌاڙيلن، دانشورن، سڌن سياستدانن ۽ اڻ سڌن سياستدانن جا رنگين فوٽا ڏسي مان الله سائينءَ جي قدرت جو قائل ٿي رهيو هوس. جڏهن کان عورتن جي ناپاڪ فوٽن کان اخبارن کي پاڪ ۽ صاف ڪيو ويو آهي، تڏهن کان نهايت پوائتن ۽ هيبتناڪ مردن جا رنگين فوٽا اخبارن جي سونهن سوڀيا ۾ اضافو ڪري رهيا آهن.

مان غور سان هڪ نهايت خوفناڪ ۽ خبيث پوڙهي نوڙهي جي تصوير ڏسي رهيو هوس جنهن اسي سالن جي عمر ۾ سورهن سالن جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪئي هئي. اخبار جي صفحن تان ڪنوار جي تصوير غائب هئي، ۽ پوڙهي گهوٽ جي تصوير نمايان هئي جنهن پنهنجي ڏاڙهيءَ جا وار، ڪياڙيءَ تي ڇڏيل وارن جي جهت ڪنهن ظالم جي دل وانگر خضاب سان ڪاري ڪري ڇڏي هئي. ان وقت اوچتو ٻاهريون در کڙڪيو.

مون چيني کي چيو، ”يار چينا، سمجهان ٿو، پاڙي وارا قرض جي وصولي ڪرڻ آيا آهن.“

چينو منّيءَ مان ماڻهو ٿاهي رهيو هو. ڇپيائين، ”در کوليان ڇا.“

”هڪ ٽيليويزن ڊراسي جا پيسا مليا آهن.“ چيم، ”در کولي ڇڏ؛ اڄ قرض لاهينداسين، ۽ ڪجهہ يارن کي قرض ۾ مبتلا ڪنداسين.“

چيني چيو، ”ماڻهوءَ جي منهن تي نڪ ٺٽ ڪري هڪ منٽ ۾ در ٿو کوليان.“

چينو منهنجو ننڍو ڀاءُ آهي. ڏهن سالن جو آهي. بيحد ذهين آهي. ڏک سُک ۾ منهنجو ٻانهن ٻيلي آهي. مون کي ملول ٿيڻ نہ ڏيندو آهي. مان ڪنهن ڪنهن وقت چيني لاءِ ڏاڍو اداس ٿي پوندو آهيان. مون کي خبر آهي تہ چينو هڪ نہ هڪ ڏينهن پنهنجي ذهانت سبب مارجي ويندو. اسان جو معاشرو سطحي سوچ وارن لاءِ نهايت موزون ۽ مناسب معاشرو آهي. اسان جي معاشري ۾ ذهين ذهن لاءِ ملامت ۽ سوٽ کان سواءِ ڪجهہ نہ آهي. ڪجهہ عرصي کان چينو منّيءَ مان ماڻهو ٺاهڻ لڳو آهي. سندس ٺاهيل ماڻهو مائيڪل اينجيلو ۽ شاڪر عليءَ جي ٺاهيل ماڻهن کان مختلف هوندا آهن.

ٻيهر در کڙڪيو.

چيني ماڻهوءَ جو منهن نڪ بنا ڇڏي ڏنو. ٻئي هٿ منّيءَ ۾ پريل هئس. ٻاهرين در ڏانهن

ويندي چيائين، "ٽينا جو پيءُ هوندو. راتوڪي پارٽيءَ مان بچيل ڪيڪ جو ٽڪر کڻي آيو هوندو."

ٽينا ۽ ٽينا جو پيءُ اسان جا پاڙيسري آهن. ٽينا هڪ پرائيويٽ فرم ۾ اسٽينوگرافر آهي. وچولي قد بت واري سانوري سلوڻي ڇوڪري آهن، ۽ ڏاڍي سٺي آواز ۽ انداز سان ڳالهائيندي آهي. سندس پيءُ وڪٽر ڊسوزا رٽائرڊ ريلوي گارڊ آهي. پنهنجي وقت جو مشهور ڪرڪيٽ جو رانديگر آهي. جوانيءَ ۾ ڪراچي ڪرسچين ڪرڪيٽ ٽيم لاءِ کيڏندو هو ۽ تمام تيز بالنگ ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن سندس گهر تي پارٽيون ٿينديون آهن، جن ۾ ٽينا جي فرم جا ملازم شامل ٿيندا آهن، ۽ رات جو دير تائين هُل هنگامو ڪندا آهن. صبح جو اڪثر ائين ٿيندو آهي جو ٽينا جو پيءُ وڪٽر ڊسوزا راتوڪي پارٽيءَ مان بچيل ڪيڪ جو ٽڪر کڻي اسان وٽ ايندو آهي. هُل هنگامي لاءِ معذرت ڪندو آهي، ۽ صبح جي چانهه اسان سان پيئندو آهي. وڪٽر ڊسوزا جي چيني سان پڪي دوستي آهي. هو چينيءَ کي مٺيءَ مان ماٺو ڏاهڻ لاءِ طرحين طرحين جون صلاحون ۽ مشورا ڏيندو آهي. هو چينيءَ کي چوندو آهي، "ڪڏهن ڪڏهن اهڙا ماٺو به ڏاهيندو ڪر، جن کي مُنهن تي ڪنن ٻڌران سوئر جا وڃ هجن."

چيني در کوليو. در ٻاهران وڪٽر ڊسوزا بدران اسان جو ٻيو پاڙيسري سومار چانڊيو بيٺو هو. در مان مون کي اڳڻ ۾ اخبار پڙهندي ڏٺائين ته هڪدم اندر هليو آيو. سهڪي رهيو هو. ان کان اڳ جو ڪانئس حال احوال وٺان، سومار چانڊئي چيو، ولوءَ جو وري مغز خراب ٿي پيو آهي، ڪيس ڪٽ سان ٻڌي هيڏانهن آيو آهيان."

پڇيومانس، "دورو پيو اٿس ڇا."

روئٽهارڪي آواز ۾ چيائين، "ها."

سومار چانڊيو هڪ سرڪاري آفيس ۾ پٽيوالو آهي. سندس وڏو پٽ ولو ميٽرڪ جو شاگرد آهي. ڏينهن جو اسڪول ويندو آهي، ۽ رات جو هڪ واشنگ واري جي دڪان تي ڪپڙا استري ڪندو آهي. ماڻهن جو خيال آهي ته ولو يا ته اڌ چريو آهي، يا مٿس جن ڀوت جو اثر آهي. پر ولو اسان کي چريو نه لڳندو آهي هو اسڪول جو سٺو شاگرد آهي، ۽ اسڪول جي والي بال ٽيم جو ميمبر آهي. بس ڪنهن ڪنهن وقت دورو پوندو اٿس. سڄو جسم اول ڪنبڻ لڳندو اٿس، ۽ پوءِ پگهر ۾ شم ٿي ويندو اٿس. اهڙي ڪيفيت ۾ هو گهر کان ٻاهر ڀڄڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ۽ فقط هڪ جملو ورجائي ورجائي وات مان ڪڍندو آهي، "مان سڀ سمجهان ٿو، مان سڀ سمجهان ٿو. مان چونڪ تي بيهي سچ ڳالهائيندس."

مائٽ سڀ ڏاڍو سمجهائيندا اٿس ته بابلا، سچ ڳالهائڻ جو رواج ختم ٿي ويو آهي، ۽ هونءَ به اسان مسڪينن جو ڀلا سچ سان ڪهڙو واسطو — جو ٿو سچ جو نالو کڻي اسان سڀني کي مصيبت ۾ وجهين.

پر، دوري دوران ولوءَ کي ڪجهه سمجهه ۾ نه ايندو آهي. هڪ ئي وائي وات هوندي اٿس، ته مان سڀ سمجهان ٿو، مان سڀ سمجهان ٿو، مان چونڪ تي بيهي سچ ڳالهائيندس.

سومار چانڊئي کي ڪجهه سياڻن صلاح ڏني هئي، ته پنهنجي پٽ جو علاج ملڪ جي مشهور ڊاڪٽر ۽ سرجن جمعي خان کان ڪراءِ مغز ۽ ميجالن جو ماهر ڊاڪٽر آهي، مٿي مان خلل ڪڍي ڇڏيندو آهي. سومار چانڊئي حامي ڀري هئي. پر پوءِ جڏهن ڊاڪٽر جمعي خان جي فيءَ ۽ جناح اسپتال جي ڳاني ڀڳي خرچ جي

ڪل پيس، تڏهن ٿڏو ساهہ کڻي چيو هئائين، ”ايندڙ هڪ صديءَ ۾ بہ مان پنهنجي پٽ جو علاج ڪنهن اسپيشلسٽ کان ڪرائي نہ سگهندس.“

ولوءَ ۽ پاڙي جي ٻين ٻارن جي سونسان ڇانئي آهي. هو منهنجي ڳالهہ سمجهي سگهندا آهن، ۽ مان هنن جي ڳالهہ سمجهي سگهندو آهيان. منهنجي جيڪڏهن شادي ڪيل هجي ها، ۽ مون کي پنهنجا ٻار هجن ها، تہ هو پاڙي جي ڪيترن ٻارن کان عمر ۾ وڏا هجن ها. تنهن هوندي بہ ٻارڙا مون کي ”ادا وڏو“ ڪري سڏيندا آهن. ولو منهنجي ڏاڍي عزت ڪندو آهي. منهنجي ڳالهہ نہ ٽاريندو آهي. چيني مان بہ ڏاڍو پيار ڪندو آهي. ڪيس جڏهن بہ دورو پوندو آهي، سندس پيءُ سومار چانڊيو ڊوڙندو ايندو آهي. مان هجان تہ مون کي، يا چيني کي پنهنجي گهر وٺي ويندو آهي. اسين ولوءَ کي ڇرچائي، سمجهائي پاڻ سان پنهنجي گهر وٺي ايندا آهيون. پوءِ جڏهن سامت ۾ ايندو آهي، تڏهن ڪيس گهر ڇڏي ايندا آهيون.

هيءَ جنهن جمعي جي ڳالهہ آهي، تنهن ڏينهن سومار چانڊيو وڏيڪ پريشان نظر آيو. چيائين، ”ڪٽ جي پاسي سان مٿو هڻي، مٿو ڦاڙي وڌو اٿائين، رت ٽيندڙن ڪري پيو وهيس پر پٽي ٻڌڻ نٿو ڏئي.“

ڏندن ڏرڻ؛ مشڪندڙ مردن جي هيبتناڪ تصويرن سان سينگاريل اخبارون ڪٽ تي رکي، مان سومار چانڊئي سان گڏ سندس گهر ويس.

ولو ڪٽ سان ٻڌو پيو هو. نرڙ مان رت وهي رهيو هوس. رڙ مٿان رڙ پئي ڪيائين، ”مان سڀ سمجهان ٿو، مان سڀ سمجهان ٿو. مان چونڪ تي ويهي سچ ڳالهائيندس.“

مون تي نظر پيس تہ ماٺ ٿي ويو. مان سندس پاسي کان ويهي رهيس. روئڻهارڪي آوزا ۾ چيائين، ”ڏسين ٿو نہ ادا وڏا. مون کي ڪٽ سان ٻڌي ڇڏيو اٿائون.“

سندس رسيون کوليندي چيم، ”غلط ڪيو اٿائون، منهنجا پٽ، منهنجا ٻچڙا.“

مون ولوءَ کي رسين کان آزاد ڪيو. هو پنهنجو رت هاڻو منهن منهنجي سيني ۾ لڪائي سڏڪڻ لڳو، ۽ چوڻ لڳو، ”مان چونڪ تي ويهي سچ ڳالهائيندس.“

سندس نرڙ تان رت اگهندي چيم، ”ان باري ۾ پاڻ چيني سان هلي صلاح ڪنداسين. جيڪڏهن چيني صلاح ڏني، تہ پوءِ توکي چونڪ تي ويهي سچ ڳالهائڻ ۾ ڀرپور مدد ڏبي؛ ۽ پوءِ توکي سچ ڳالهائڻ کان ڪوبہ روڪي نہ سگهندو.“

ولوءَ کي مٿي تي پٽي ٻڌي مان ڪيس پنهنجي گهر وٺي آيس. چينو ماٺوءَ جي منهن تي نڪ لڳائڻ ۾ اڃا ڪامياب نہ ٿيو هو. ولوءَ جي مٿي تي پٽي ڏسي چيني ولوءَ کان پڇيو، ”مٿي مان ميڄالو ڪڍڻ جي ڪوشش پئي ڪئي چا؟“

ولوءَ جي خشڪ چپن تي مرڪ تري آئي.

مون چيني کي چيو، ”هيءُ اسانجو سنگتي، ولو، چونڪ تي ويهي سچ ڳالهائڻ جي موڊ ۾ آهي. تنهنجي ڪهڙي صلاح آهي.“

چينو هڪدم گنڀير ٿي ويو. سوچ ۾ گم ٿي ويو. اسان سڀني محسوس ڪيو آهي تہ چينو پنهنجي طبعي عمر کان تمام گهڻو ذهين آهي. سنڌوءَ هڪ دفعي چيو هو، ”چيني جي روپ ۾ ڪنهن ذهين يوناني ديوتا ٻيهر جنم ورتو آهي.“

چيني ٺهڪ ڏيندي چيو هو، "مان وتائي فقير جو وارث آهيان."

سنڌوءَ اٿي کيس پيار کيو هو. پوءِ هوءَ جڏهن هلي ويئي هئي، تڏهن چيني مونکي چيو هو، "سنڌو تنهنجي لاءِ ميري هيسڪل آهي. هوءَ تنهنجي هڪ هڪ تحرير تي حاوي رهندي. پر، خليل جبران ۽ ميري هيسڪل وانگر توهان ٻنهي جي پاڻ ۾ شادي ٿي نه سگهندي."

مونکي لڳندو آهي ته چينو اڻ لکيل تاريخ جي آئيندي ۾ ڏسي سگهندو آهي. هو ايندڙ وقت جو امين آهي. هن هڪ دفعي ولوءَ کي چيو هو، "تون ڇاجي باري ۾ چونڪ تي ٻيهي سچ ڳالهائيندين! ڇاجي باري ۾ ـ ڌرتيءَ جي باري ۾، آسمان جي باري ۾، انسان جي باري ۾، عقيدي جي باري ۾، محبت جي باري ۾ ـ زندگي جي باري ۾، موت جي باري ۾ ـ تون ڇاجي باري ۾ چونڪ تي ٻيهي سچ ڳالهائيندين!"

تڏهن ولو منجهي پيو هو.

گذريل جمعي تي چينو هڪدم گنيپر تي ويو، ڪجهه ديرو ولوءَ ڏانهن ڏسندو رهيو.

"ڏسينس ڇا ٿو!" چيم، "ولو چونڪ تي ٻيهي سچ ڳالهائڻ جي موڊ ۾ آهي."

چينو ڳيوتسل مٽي ۾ اڌ ٺهيل مجسمن ڏانهن هليو ويو. نڪ ٻنا ماڻهوءَ جو مجسمو ڪٽي آيو. نڪ ٻنا ماڻهو ڏاڍو عجيب پئي لڳو.

"تون، مان ۽ ادا چونڪ تي ٻيهي سچ ڳالهائي نه سگهنداسين. اسان لاءِ سچ ڳالهائڻ جو دور گذري ويو."

چيني مٽيءَ جي ماڻهوءَ ڏانهن اشارو ڪندي چيو، "هن ماڻهوءَ جي منهن تي جڏهن نڪ لڳي ويندو، تڏهن هيءُ ماڻهو چونڪ تي ٻيهي اسان سڀني پاران سچ ڳالهائي سگهندو."

چيني جو آخري جملو ٻڌي مون کي پنهنجي بدن ۾ ڪنبڻي محسوس ٿي. مون ڏڄندي ڏڄندي آئيني ۾ پنهنجي عڪس ڏانهن ڏٺو ـ پڪ ڪرڻ لاءِ، ته منهنجي منهن تي نڪ آهي، يا نه آهي!

---

نور محمد سومرو

## وائي

دل جي دُواري وٽ،
اک جي تاري وٽ، ديرو دلبر دوست جو.
کليل دري جي سامهون،
پياري جاري وٽ، ديرو دلبر دوست جو.
مونوٽ گهڙيون ڪي ٻه ٽي،
پوءِ يڪتاري وٽ، ديرو دلبر دوست جو.
روز پيالين ڪان پڇان،
مان متـ واري وٽ، ديرو دلبر دوست جو.

محمد شبير گذدر

# بمبئيءَ ۾ سنڌي اديبن سان ملاقاتون

آئون پنهنجن عزيزن سان ملڻ لاءِ ڀارت ويو هئس. مهاراشٽر جي مرڪزي شهر بمبئي ۽ راجسٿان جي مرڪزي شهر جوڌپور ۾ جن ساٿين سان مليس انهن ۾ سنڌ جا اڳوڻا رهاڪو هئا، جن سنڌ مان لڏي هند وڃي وسائي آهي، خاص ڪري سنڌي اديبن سان ملڻ ٿيو. انهن ڪانسواءِ ٻه صديون کن اڳ ڪلهوڙن جي زوال وقت جن سنڌي مسلمانن پنهنجو وطن ڇڏي مارواڙ ۽ ميواڙ ڪي پنهنجو ديس بنايو هو، انهن جي پوين سان به مليس. انهن سان جيڪي وهيو واپرايو ۽ هينئر اهي ڪهڙي حال ۾ آهن. اهو سمورو سربستو احوال منهنجي سفرنامن 'سنڌي شهزادا' ۽ 'سنڌي سرڪار' ۾ پڙهي سگهندا. انهن سفرنامن ۾ مارواڙ ۾ سماج سڌار تحريڪ ۽ تحريڪ آزادي ۾ انهن سنڌي مسلمانن جيڪو ڀاڱو ورتو تنهن جو ذڪر ڪيو اٿم.

هتي رڳو بمبئي ۾ سنڌي اديبن سان ٿيل ملاقاتون ۽ انهن جا تاثرات بيان ڪريان ٿو.

وڏن ساڻ جن مشهور اديبن جا نالا ڏنا هئم تن سان ٽيليفون تي رابطو قائم ڪيم. خاص ڪري سنڌري، اتم ۽ پروفيسر رام پنجواڻي سان ملڻ جي خواهش هيم. جن صاحبن لاءِ زيب ادبي مرڪز حيدرآباد وارن ڪجهه ڪتاب جهڙوڪ: ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور جو اسٽيج ڊرامو، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو 'سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ' ۽ سنڌ ٻادسيلاني وغيره سوکڙي ڪري ڏنا هئا. هيرو ٺڪر سان ملڻ جي آس هئي. پر هيروٺڪر آل انڊيا ريڊيو دهليءَ ۾ ادبي خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي، تنهن ڪري ان سان ملاقات نه ٿي سگهي.

ان ڏينهن بمبئيءَ جي موسم ڏاڍي وٺندڙ هئي. مينهن جي وسڪاري سبب مونکي پنهنجي پروگرام ۾ ڦيرقار ڪرڻي پئي.

سنڌو لائبرري جيڪا ميونسپل روڊ سنڌونگر ۾ آهي تنهن جي سيڪريٽريءَ انهن اديبن سان ملائڻ ۾ واهر ڪئي ۽ انهن کي فون تي منهنجي ملڻ جي خواهش کان واقف ڪيو.

ٻن ڏينهن کان پوءِ ماهم اسٽيشن جي ويجهو قريشي محل جي ٽئين منزل تي پهچي هڪ ڪشادي فليٽ جي در تي لڳل گهنٽي وڄايم. گهنٽيءَ تي هڪ نوڪرياڻي نڪري آئي. ان کان سنڌيءَ ۾ پڇيم ته "صاحب گهر ۾ آهي؟" جنهن تي هن اندر اچڻ لاءِ چيو. اندر هڪ ڪشادي ڪمري ۾ اسانکي وهاريو ويو. ڪمري جي ڀتين تي شيشي جي خوشنما فريمن ۾ جڙيل ديوتائن جا مجسما نظر آيا. سامهون هڪ ڪرڙ وڏ ڄمار جو بزرگ فون تي ڪنهن سان ڳالهائي رهيو هو. فون

ڪان فارغ ٿيڻ بعد اسان ڏانهن وڏي آيو ۽ هٿ جوڙي پليڪار ڏنائين، هي رام پنجواڻي صاحب هو. مون پنهنجو ۽ پنهنجي ساٿيءَ جو تعارف ڪرايو. تحفي ۾ ڪتاب ڏنامانس. ٿوري دير ڪان پوءِ سنڌي رواج پٽاندڙ وري اسان سان خوش جوڙ ڪيائين. پنجواڻي صاحب ٻڌايو ته هيرو ٺڪر جيڪڏهن بمبئيءَ ۾ هجي ها ته اسان سان ملي ڏاڍو خوش ٿئي ها، جيڪڏهن اسان دهلي وڃون ته ساڻس ضرور ملون. ٻه ڪتاب جيڪي هيري لاءِ مليا هئم، سي پنجواڻي صاحب رکيا ۽ چيائين ته هو اهي هيري کي پهچائي ڇڏيندو. رام پنجواڻي چاءِ ۽ مٺائي سان اسانجي تواضع ڪئي. ساڻس اڌ منو ڪلاڪ ڪچهري ڪئي سين ۽ سنڌ جي سنڌي اديبن جا نااميوار حال احوال ڏنا ورتاسين.

رام پنجواڻي سنڌي اديبن ۾ هڪ ممتاز حيثيت ۽ شهرت جو مالڪ آهي، هن هڪ ڊگهي عرصي کان سنڌي ٻولي ۽ ڪلچر جي سٺي خدمت پئي ڪئي آهي ۽ اڃا تائين سرگرم عمل آهي. پروفيسر پنجواڻي اصل لاڙڪاڻي جو وينڌل آهي. سن ١٩٤٨ ۾ لاڙڪاڻو ڇڏي اچي بمبئيءَ ۾ آباد ٿيو آهي. هن مهل تائين ٻاويهه ڪتاب لکي چڪو آهي. پهريائين هو ڊي جي سنڌ ڪاليج ۾ پروفيسر هو ۽ هاڻي بمبئي يونيورسٽيءَ جي سنڌي شعبي جو انچارج آهي. ڳالهين ڪندي، وچ ۾ هن سندري اتم چنداڻي کي به منهنجي اچڻ جو اطلاع ڏئي ڇڏيو هو. موڪلائڻ مهل هن اهو چيو ته: ”جڏهن توهان واپس وطن وڃو ته اسان جي سنڌي ڀائرن کي هٿ جوڙي منهنجا سلام ڏجو.“ هن ڪيس سوکڙيءَ ۾ مليل ڪتابن جي مصنفن ۽ خاص ڪري زيب ادبي مرڪز جي شيخ احمد لاءِ سلام چيا. مون کي رام پنجواڻيءَ جو نيازمندانه سلوڪ جو انداز هميشه ياد رهندو.

## شريمتي سندري ۽ آتم

سندري آتمچنداڻي ۽ آتم فلورينا ٽيمپل روڊ جي چوٿين ماڙي تي رهندا آهن. ٻن ڪشاده ڪمرن وارو فليٽ آهي. هڪ ڪمري ۾ سندس رهائش آهي، ٻئي ۾ سندن ڪتب خانو آهي. اسان گهنٽي وڄائي. دروازو کليو. دعا سلام ٿي. سندريءَ به هٿ جوڙي اسان جي اچڻ تي خوشي جو اظهار ڪيو. چيائين ته پنجواڻي صاحب جي فون تي اطلاع ملڻ سان توهان جو انتظار پئي ڪريان. سندري چيو ته توهين اسان جي گهر اچي رهو ته اسان کي ڏاڍي خوشي ٿيندي. مون سندس ٿورا مڃيا. پر کيس ٻڌايم ته بمبئي ۾ اسان جو خاندان رهي ٿو. انهن جو مهمان آهيان. مون کيس هڪ علمي تحفو پيش ڪيو. ان بعد اهي ئي ڪتاب جن جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. سي کيس ڏنم. سندريءَ سان اها پهرين ملاقات هئي. اڃا تعارف جو سلسلو جاري هو ته آتم به اچي ويو. سندريءَ منهنجو آتم سان تعارف ڪرايو. آتم جي هٿ ۾ هڪ اردو رسالو هو. جنهن کي هن ميز تي رکي ڇڏيو. منهنجون نظرون رسالي ۾ کپي ويون ته آتم چيو ته هن ۾ نسيم کرل جو هڪ افسانو ڇپيل آهي. جنهن کي سنڌي ۾ ترجمو ڪري رهيو آهيان. افسوس ته مون کي رسالي جو نالو وسري ويو آهي. مون رسالو کڻي کولي ٻه ڏٺو هو. اندرئين صفحي تي نسيم جو مرڪندڙ مهانڊو نظر آيو.

آتم چيو ته مون کي نسيم جو اندازفڪر گهڻو پسند آهي. ان ڪچهري ۾ ٻين اديبن يعني سندريءَ ۽ آتم سان گفتگو جاري هئي ته کائڻ پيئڻ جو دور پڻ شروع ٿيو. سندريءَ جي ڪمري ۾ هڪ فوٽو فريم تي نظر پئي، جنهن ۾ سندري به نمايان هئي، پر ٻيو ماڻهو

سمجهيم تہ اتم هوندو. آتم ٻڌايو تہ ”هيءَ هڪ يادگار تصوير آهي، جڏهن اسان جي شادي بہ نہ ٿي هئي ۽ اسان تعليم دوران ئي ”لو مئريج“ ڪئي هئي سين. سندريءَ ساڻ عمر گذاري اٿم. هاڻ سٺ سالن جو ٿي ويو آهيان، پر سُندري تہ اڃا بہ سندري آهي.“

شريمتي سندري ۽ آتم لاءِ جيڪڏهن ائين چئجي تہ هو هڪ قالب ٻہ جانيون آهن تہ بيجا نہ ٿيندو. هنن کي جيڪڏهن هڪ ٻئي کان ڌار ڪري ڇڏجي تہ هوند مهاراسٽريہ ۾ سنڌي ادب جي هلندڙ گاڏي بيهي رهي. منهنجي خيال ۾ رام پنجواڻي صاحب بہ سنڌي ادب جي تمام گهڻي خدمت ڪري چڪو آهي. سندن ادبي محفلن ۾ وڃڻ ئي تبرڪ آهي. ادب جي گاڏي، سندري ۽ آتم جي سهاري هلي رهي آهي. اتم مون کي ٻڌايو تہ ”هو سنڌي ٻوليءَ لاءِ پنهنجي حياتي وقف ڪري چڪو آهي، ان ملازمت تان بہ ان ڪري ئي استعيفا ڏئي ڇڏيم. ٻہ نياڻيون آهن جن کي بہ پرڻائي ڇڏيو اٿم. باقي حياتي جي هڪڙي ئي تمنا رهي آهي، تہ پنهنجي وطن سنڌ جي سر زمين کي هڪ ڀيرو چُمان.“ آلين اکين سان اتم چيو تہ ”اسان جو وطن ڇڏڻ جو ارادو هرگز نہ هو پر حالات جي ڪري مجبور ٿي پياسون.“ سندريءَ ٻڌايو تہ ”آءٌ حيدرآباد جي ناهين جي پڙ ۾ رهندي هيس. تولارام اسڪول مان مئٽرڪ ڪيو. ١٩٣٥ ۾ پهرين ڪهاڻي ”ڏيءَ“ لکيم. بمبئي ۾ اچي ايم. اي بہ ڪئي اٿم.“

سندس ڪيترا ناول ۽ ڪهاڻين جا مجموعا ڇپيل آهن. سندريءَ مکيہ ڪتابن جا نالا آهن: ”ڪرنڊڙ ديوارون“ (ناول)، ”پريت پراڻي ريت نرالي“ (ناول)، ”تو جني جي تات“ (ڪهاڻين جو مجموعو)، ”اڇا وار ڳاڙها گل“ (ڪهاڻيون)، ”پُوري ڳڏي“ (ڪهاڻيون) ۽

”برسات“

ان کان علاوه شولو خوف ۽ ڪرشن چندر جا ناول ترجمو ڪيا اٿس. سُندريءَ کان پڇيم تہ ”سنڌي راڳيندڙن مان ڪنهن کي پسند ڪندا آهيو؟“ چيائين تہ ”عابده پروين کي پسند ڪريان ٿي.“

سُندري اڄڪلهہ ڪي. جي لکناڻي اسڪول (ڪاليج سيڪشن) ۾ سنڌي ٽيچر آهي سندري ايشيا جي ڪيترن ئي ملڪن جو بحيثيت سنڌي ليکڪا جي دورو ڪيو آهي. جتي بہ وئي هئي، اتي سندس خوب آجيان ٿي هئي. ١٩٦٣ع ۾ سنڌ جي دوري تي پڻ آئي هئي. حيدرآباد ۾ آتم ۽ سندري جو شاندار استقبال ڪيو ويو هو. سندري ۽ آتم جو چوڻ آهي تہ سنڌ مان ڪيترائي اديب دوست جڏهن بمبئيءَ ايندا آهن تہ وٽن ضرور ويندا آهن.

آتم مونکي پنهنجي ڪمري ۾ وٺي ويو. ڪمري ۾ ڊائننگ ٽيبل پئي هئي. هيءَ ٽيبل سندس لکڻ پڙهڻ جو ڪم ڏيندي آهي. ڪمري جي ٽنهي پتين ۾ ڪبٽ لڳل هئا، جن ۾ ڪتاب ئي ڪتاب هئا. ڪمري جي وچ ۾ هڪ ڊبل بيڊ هو. آتم چيو تہ ٻڌاءِ تہ منهنجي ڪمري ۾ ڪهڙي خاص ڳالهہ آهي جنهن مان منهنجي ذوق جو پتو پوي. مون چيو تہ چئني طرف ڪتاب! پر چيائين تہ نہ - بيڊ تي پيل اجرڪ منهنجو اوڇڻ آهي ۽ ڪتاب منهنجو بوڇڻ. هن جو چوڻ آهي تہ ”ماڻهو المارين ۾ نوٽن جون ٿهيون سنڀالي رکندا آهن، پر مان ڪتاب سانڍي ٿو رکان. مون وٽ اٺ هزار کن ڪتاب آهن.“ — آتم جو ڪتاب خانو جنهن سليقي سان ترتيب ڏنو ويو هو سو قابل ديد آهي. آءٌ سمجهان ٿو تہ آتم ادبي خدمتن ۾ اهڙو تہ مشغول آهي جو هو پنهنجي صحت جو بہ خيال نٿو ڪري. آتم جي هڪ اک جي بينائي گهٽجي رهي آهي. آتم کي سنڌ سان بہ انتها عشق آهي. هن جو چوڻ آهي تہ ”سنڌ جي

منهنجي ملي وڃي ته اڪين ۾ سرمو ڪري پايان. منهنجو ايمان آهي ته منهنجي بينائي موٽي ايندي. ڪاش ڪوئي مون کي وطن پاڪ جي مٽيءَ لپ موڪلي ڏئي!!"

آئم بمبئيءَ ۾ اچڻ بعد ايم. اي ڪئي. ١٩٤٢ع ۾ روزانه "سنڌو سماچار" ڪڍي جيڪا اڍائي سال جاري رهي. ١٩٤٦ع ۾ رسالو "سنڌو سنسار" ڪڍيائين، جيڪو به ٻه سال هليو. ماهوار "نئين دنيا" ٢٥ سالن کان ڪڍندو پيو اچي. نئين دنيا پبليڪيشن طرفان اٽڪل هڪ سو ڪتاب سنڌيءَ ۾ ڇپيا ويا آهن. آئم ١٩٥٠ع ۾ "اکل ڀارت سنڌي ٻولي ساهتيه سڀا" جو بنياد وڌو. هن اداره جي ڪوشش سان مهاراشٽر صوبي ۾ سنڌي ٻوليءَ کي آئيني حقوق حاصل ٿيا. سترهن سالن جي سرتوڙ ڪوشش مان اها ڪاميابي نصيب ٿي هئي. آئم ٻڌايو ته ورهاڱي وقت هند ۾ آيل سنڌين جو تعداد ٻارهن لک هو. جڏهن ته هاڻ ٽيهه لک سنڌي ڳالهائڻ وارا ڀارت ۾ موجود آهن. جن مان اڌ گجرات ۽ مهاشٽر ۾، ٽين ٽپي راجستان ۾ ۽ ڏيڍ لک ڪن يو. پي ۾ رهن ٿا. بهرحال سنڌين جو مرڪز بمبئي ۾ آهي. سنڌي ٻوليءَ جي تحفظ جو مرڪز به بمبئي آهي.

بمبئيءَ ۾ هن وقت سنڌين جا ٻارهن ڪاليج آهن، جن ۾ صحافت، سائنس، آرٽس ۽ قانون جا ڪاليج پڻ شامل آهن. سڀ کان اعلى لا ڪاليج ۽ ڪي. سي ڪاليج آهن. سنڌيءَ ۾ اٽڪل هڪ سو مخزنون ۽ رسالا نڪرن ٿا. ٻارهن روزانيون اخبارون ڇپجي رهيون آهن. سنڌي سڀا طرفان هر سال هڪ سالنامو ڪڍيو ويندو آهي. ٻيا به ڪيترائي سالناما نڪرندا آهن؛ جهڙوڪ سورٽ، سوشل، هلچل وغيره.

آئم ٻڌايو ته هو پنهنجو تن من ڌن سنڌي ٻوليءَ تي قربان ڪري چڪو آهي ۽ هاڻي اڄ ڪلهه هڪ نئين خطري جو مقابلو ڪري رهيو آهي، سو آهي ڪن روزانه اخبارن سنڌي لپي سان گڏ ديوناگري لپي ۾ پڻ ڪجهه صفحا ڇاپڻ شروع ڪيا آهن. هي مسئلو ڇڪتاڻ جو سبب بڻيل آهي. هن چيو ته بهرحال ديوناگري لپي کي هرگز قبول نه ڪنداسين.

آئم آخر ۾ سنڌ جي ڪن سنڌي اديبن ڏانهن سڪ جا سلام موڪليا تن جا نالا هي آهن: محمد ابراهيم جويو، ڊاڪٽر نجم عباسي، غلام رباني، شيخ اياز، علي محمد راشدي، غلام مصطفى شاهه، اياز قادري، مدد علي سنڌي، عبدالقيوم صائب، ڊاڪٽر محمد يوسف پنهور، طارق اشرف، آغا سليم، امداد حسيني، سحر امداد، خيرالنساءَ جعفري، ماهتاب محبوب، نورالهدى شاهه، هدايت پريم، محمد هاشم، ممتاز مرزا، اي ڪي شيخ، تنوير عباسي، رشيد ڀٽي، احمد شيخ، جمال ابڙو، ڪرم الاهي چنا، رسول بخش پليجو، ذوالفقار سيال، محمد خان سيال، محمد ابراهيم شيخ، عمرالدين بيدار ۽ رسول بخش خمار.



امداد حسيني

# نظم

مون ۾ پهرين ائين ئي سمڏو هو
تہ اوهان کان سوا نہ جي سگهندس نہ
روئي سگهندس نڪو کائي سگهندس
هيڪلاين جو مان اڪيلي سر
زهر هڪ ڍُڪ ڪونہ پي سگهندس
۽ نہ ڪو شعر ئي لکي سگهندس

مون ۾ پهرين ائين ئي سمڏو هو
تہ بنا آس جي سهاري جي
ڪنهن ۾ دلدار ڪنهن ۾ پياري جي
زندگاني عذاب ٿي پوندي
بنا تعبير خواب ٿي پوندي
۽ رديءَ منجهہ چونڪي گهٽيءَ
۾ وڪائل ڪتاب ٿي پوندي

مون ۾ پهرين ائين ئي سمڏو هو
ڏک ڀڄائي نہ پيار جو سگهندس
هي جدائيءَ جو ڏنگ ماريندو
جي نہ ساري سگهيو تہ ڪاريندو

مون ۾ پهرين ائين ئي سمڏو هو
رنگ هوندا ڦڪا گلابن ۾
ڪانہ گهلندي ڪٿي مٺي خوشبو
نشا هوندا نہ ڪو شراب ۾
پنا اٿلائيندو پيو ويندس
ڌيان هوندو نہ ڪو ڪتابن ۾

مون ۾ پهرين ائين ئي سمڏو هو
تہ ڇڏيندين تہ سڀ ڇڏي ڏيندس
لوڪ پرلوڪ ٻئي تيا گيندس
ڄامشوري وڏان ڇڏيندس پاڻ
پر زمين پير ٻئي ائين پڪڙيا
جڙ ٿو جيئن ڪوني وڻ پڪڙي
هاڻ مان ڪهاڻو ساڻو وڻ آهيان
۽ اها ڳالهہ چوڻ چاهيان

تو ڇڏيو پر وطن ڇڏي نہ سگهيو
تنهنجي ناتي سميت سڀ ناتا
جڻ ڪچي تند وانگيا رشتا
ٿورڙي ڇڪ تي ٽٽي ٿا پون
پيار جا فاصلا ڪٽي ٿا پون
دوست اڌ پنڌ ۾ هٽي ٿا پون
پر مٽي ڪڏهن ڇڏي نٿي پير
۽ هوائون سندم صدائن سان
مٽ ئي سُر ست ئي رنگ ڪٿي
گهلنديون هليون ٿيون هلن مون سان
هر نظارو جڻ آهہ، نور جي نئن
ميت آهي وطن، وطن جو گيت
ڪيترو مٺڙو مٺڙو گيت آهي
مون ڪي ان گيت ساڻ پيت آهي
توکان هارائجي ڇڪو آهيان
پر اهو گيت جيت اجيت آهي

مون ۾ پهرين ائين ئي سمڏو هو
پر ائين ڪونہ ٿي سگهيو آهي
مان اڪيلو نہ ٿي سگهيو آهيان
۽ وڏي واڪ جي سگهيو آهيان

....  ....  ....

توکان وڇڙي اسان اهو ڄاتو
جو ۾ آهي اهو وطن آهي
جا لڳين لوئي سان ڪفن آهي
مان وطن کان سواءِ ائين پانيان
جڻ بنا روح جي بدن آهي.

الطاف شيخ

# پنجابي فلمن جو ولين آفريڪا ۾

هينئر آفريڪا فقط تڏهن ٿا اچون جڏهن آفريڪا جي ڪنهن بندرگاهه ۾ ڪم ٿو پوي، پر جيسين سئيز ڪئنال بند هو ته يورپ يا آمريڪا ويندي وقت ۾ Voyage رستي تي تيل پاڻيءَ لاءِ يا ٿورو گهڻو ڪارگو لاهڻ چاڙهڻ لاءِ هڪ اڌ بندرگاهه آفريڪا جي اولهه پاسي ۽ هڪ اڌ اوڀر پاسي ضرور Call ڪرڻو پوندو هو ڇو جو آمريڪا يا يورپ لاءِ سڄي آفريڪا کنڊ جي چوڌاري ڦيرو ته ڪرڻو ئي پيو ٿي سو جيستائين سئيز ڪئنال بند هو تيستائين آفريڪا جي مختلف ملڪن ۾ سنهنجو تمام گهڻو اچڻ ٿيو. خاص ڪري ممباسا (ڪينيا)، جنهن تي انگريزن جو ڪنهن زماني ۾ راڄ هو. بيرا ۽ لاربيرومارڪس (موزمبق) جنهن تي پورچوگالن جو راڄ هو ۽ پوءِ اسان جي سامهون ڪين پورچوگالين کان آزادي به ملي. ڪيپ ٽائون (سائوٿ آفريڪا)، ڊڪار (سينيگال)— فرينچن جي مضبوط بيٺڪ ۽ موراڪو (المغرب) ۾ ته ڪيترائي دفعا اچڻ ٿيو. ان کان علاوه ڪڏهن ڪڏهن ڪني بسائو، گئمبيا، آئوري ڪوسٽ جهڙن ملڪن ۾ به ايندا هئاسين — جن جي ننڍن ننڍن بندرگاهن جا نالا ئي هن وقت وسري ويا آهن، ڇو جو اها گهڻو اڳ جي ڳالهه آهي — اڄ کان چوڏهن پندرهن سال اڳ پنهنجي جوڀنرپائي جي دور جي — جن ڏينهن ۾ ٻاهر بندرگاهه ۾ به جهاز جي انجڻ پوت وانگر دل و دماغ تي سوار رهندي هئي ۽ گهمڻ ”نه گهمڻ“ برابر هو. ان هوندي به هن وقت ڪجهه اڻ وسرندڙ عجيب غريب آفريڪا جا واقعا جيڪي ڇٽا / اڻ ڇٽا ياد اچي رهيا آهن تن مان هڪ ٻه پڙهندڙن جي دلچسپيءَ لاءِ ڏيان ٿو:

جهاز موزمبق جي بندرگاهه ”لارينزو مارڪس“ ۾ ڪارگو کڻڻ لاءِ آيو هو. موزمبق ملڪ آفريڪا جي ڏکڻ ۾ اوڀر ڪناري تي آهي. سندس مٿان تنزانيا جو ملڪ آهي ۽ هيٺ سائوٿ آفريڪا. ساڄي پاسي موزمبق چئنل وارو سمنڊ اٿس ته ساڄي پاسي وچ ”آفريڪا“ جا ملڪ. ملاوي زئمبيا ۽ روڊيشيا اٿس. ڪراچيءَ کان مڙيئي نوَ ڏهه ڏينهن جو پنڌ ٿيندو. پر تن ڏينهن ۾ اڄ ايترا تيز رفتار جهاز به نه هئا ۽ ان دفعي اسان کي سمنڊ به تمام خراب مليو هو سو لارينزو مارڪس (موزمبق) پهچڻ ۾ پندرهن ڏينهن لڳي ويا. ۽ جڏهن پهتاسين ته خبر پيئي ته بندرگاهه ۾ جڳهه ناهي سو اسان کي ٻاهر ئي کليل سمنڊ ۾ اينڪر ڪيرائي انتظار ڪرڻو پيو. ڪيترن ڏينهن جي ڏکي ۽ اڻانگي سفر بعد ڪراچيءَ کان لارينزو مارڪس پهتا هئاسين سو ڪناري تي قدم رکڻ تي دل ماندي هئي. بندرگاهه وارن جي نياپي مان ته لڳو ٿي ته في الحال ٽي چار ڏينهن ته گهٽ ۾ گهٽ ٻاهر اينڪريج تي ئي ويهڻا هوائون کائون. وڌيڪ ڪجهه ڪري به نٿي سگهياسين. هڪ ته پورچوگيزن جي ڪالوني ڪري ڪنهن انگريزي به نٿي سمجهي جو ڪٿي لوڪل آفيس وارن کي چئجي ته خط پٽ آيل هجي ته ڏيو نه ته پيڙيءَ رستي ٻاهر پهچايو. وائرليس تي ويٺل همراهه هر ڳالهه جو جواب فقط هڪ ڀڳل انگريزي جملي سان

ٿي ڏنــو : No message for your ship please wait outside for a few days سو اسان ڊرا ٽي ويهي رهياسين. اسان ٻه هوندي ٻئي جونئر هئاسين ـــ جي موڪل ڏٺي ٻه ها ته ظاهر آهي ٻهرين سينئر وڃن ها. سو اسان ڪان وڏيڪ آنڊساند ڪين هئڻ گهرجي. اتفاق اهڙو ٿيو جو ٻئي ڏينهن سنجهند ڌاري ٻري ڪان هڪ لانچ ڏسڻ ۾ آئي. اها لانچ شپ چانڊلر جي هئي جنهن جو ڪم ٻين ملڪن ڪان آيل جهازن جي گهرج موجب ڊيڪ، انجڻ ۽ ڪاڌي پيتي جو سامان مهيا ڪري بل آفيس ڏي موڪلڻ آهي، ڪيس اسان جي هيڊ آفيس طرفان ٽياپو ڪيو ويو هو ته جيئن موزمبق ڪان پوءِ اسان جو جهاز آمريڪا جــي ڊگهي سفر تي ويندو سو رستي جي ضرورت جون شيون هتي آفريڪا جــي هــن بندرگاهه ۾ ڏيــي ڏنيون وڃــن.

شپ چانڊلر پورچوگالي هوـــ اها موزمبق آزاد نه ٿيو هــو. سو وڏين نوڪرين، واپــار، ڪاٺين، ٻنين ٻارن تي پورچوگالين جــو ئي قبضو هو. لوڪل ماڻهوـــ شيدي فقط سخت پورهئي وارا ڪم يــا وڌو ڇيهه تـــه هوٽل جا ٻئرا يــا ڪلارڪ ٿي ڪم تي ڪيو. بهرحـــال شپ چانڊلر خوش‌مزاج طبيعت‌جو هو ۽ ٿوري انگريزي به ٿي آيس. تنهن ڪئپٽن ڪــي چيو : ”جهاز ڪي ته اها ٻاهر ئي بيهٺو آهي، سو توهان جي ران ڪمپنيءَ جي ايجنٽ ئي چيو ته سپائي ڪان صبح شام لانــچ مــوڪلبي. جيئن روز ڪجهه جهازي ڪناري تي اچي چڪر ڏئي وڃن. اڄ جيڪڏهن ڪو هلي ته آئـــون پنهنجي لانچ ۾ وٺي وڃان. واپسيءَ لاءِ ايجنٽ کي چوندس ته ڪو بندوبست ڪري ڏين.“

جهاز تي فيصلو اهو ٿيو ته جيئن ته جهاز ڪلئي سمنڊ ۾ بيٺو آهي ۽ متان ڪجهه ٿي پئي سو سڀ سينئر موڪل نه ڪن. پر ”هڪ پاڱي ٽيون حصو“ سينئرن جو ۽ اوترؤئي جونيئرن جو اڄ مــوڪــل ڪــري. جــونيئر معنيٰ ڪئڊٽ، فورٿ آفيسر، جونيئر انجنيئر ۽ ففٿ انجنيئر، تن ڏينهن ۾ هي ”ٿــورــ ماڻهوئا“ آٽوميٽڪ ( Unmanned-Ships ) جهاز نه هئا جيڪي اڄ ڪلهه عام ٿيندا وڃن . پر تن ڏينهن ۾ هرهڪ جهاز تي ماشاءالله سٺ، ستر ڪن ماڻهو عملي جا هئا. تن مان ويهارو بندرگاهه جــي ڪناري تي اچي لٿاسين. جيڪو موزمبق ملڪ جو وڏي ۾ وڏو شهر ۽ گاديءَ جو هنڌ به آهي (لارينزو مارڪس پورچوگالي لفظ آهــي سو ويڇوڙائيءَ ۾ موزمبق جــي آزادي بعد ان شعر جو نالو ”ماپوتو“ رکيو ويو آهي). اوپر آفريڪا جي هن سامونڊي ڪناري واري خوبصورت شهر ۾ لهي خوش ٿياسين ـــ حقيقت ۾ خوشي شهر جي خوبصورتي ڪري نه پــر جهاز ۽ انجڻ جي ساڳئي بور ڪندڙ ماحول مان چند گهڙيون نجات ملڻ جي هئي.

شپ چانڊلر ٻڌايو ته سج لٿي مهل اٽڪل ڇهين بجي ڌاري هن ئي هنڌ تــي اسان جي لاءِ ٻيڙي بيٺي هوندي جيڪا واپــس جهاز تي ڪٺي هلندي. واپسي جي پــروگرام ٻڌڻ بعد هرڪو ٽولي ٽولي ۾ نڪري ويــو. مونسان گڏ هڪ ڪئڊٽ ـــ جيڪــو اڄ ڪلهه ڪنهن فارين جهاز ران ڪمپنيءَ ۾ جهاز جو ڪئپٽن آهي، ۽ ٻيو منهنجو فورٿ انجنيئر (مونکان هڪ رئنڪ مٿي) هو. بهرحال ايستائين تـــه هر ڳالهه ٺيڪ ٺاڪ ويئي. اسان ٽنهي مان هرهڪ جي کيسي ۾ ڪي پنج ڏهه آمريڪي ڊالر مس هئا. جن جي آڌار تي ٻانهن لوڏي شهر جا چڪر هڻڻ شروع ڪياسين. هڪ ڳالهه ضرور هئي، تن ڏينهن ۾ جونيئر هئاسين، جهاز پراڻا هئا، ڊيوٽي سخت هئي، پگهار ٿورو هو، کيسي ۾ پئسو گهٽ هو پر خوشيءَ ۽ خوشيءَ جــو ڪو ڪاٿو نه هو. اها گهڙي اڄ به ياد پئي اچي ته ڪيئن

۽ ٿئي ڇٽا لارينزو مارڪس ( ماپوتو ) شهر جي فٽ پاٿ تان ڪلندا ٽلندا وڃي هڪ سستي قسم جي هوٽل ۾ چانهه پيتيسين جتي ٻئرا شيدي هئا. جيتوڻيڪ ان ان هوٽل ۾ شيدي گراهڪن کي اندر گهڙڻ جي اجازت نہ هئي پر اسان جهڙن ايشين کي مڙئي موڪل هئي. ٻين نج يورپي هوٽلن ۾ تہ اسان کي ويهڻ جي موڪل نہ هئي. انهن ۾ رڳو پورچوگالي بالم ٽيو هو پنهنجين ميڊمن سان ويٺا هئا. وڏو ڇيهہ تہ ڏارين مان ڪجهہ گورا: انگريز فرينچ ۽ پيا يورپي هئا. بهرحال انهن ڳالهين ہہ اسان جي ذهن تي ان وقت اثر نہ ٿي ڪيو. ڪو اچڻ ڏئي تہ ڇا ۽ جيڪو اسانکي ڪارو سمجهي نہ اچڻ ڏئي تہ بہ وڃي ڏوڙ پائي— حقيقت ۾ اهڙي گوري جي مهنگي هوٽل ۾ ڪيسي ۾ پنج ڊالر رکي اسان بہ ڪيڏن ٿي وڃي سگهياسين. سو هڪ ڪُتِ خلق جي هوٽل تان چانهہ پي پوءِ فٽ پاٿ تي ويٺل هڪ شيدياڻي — جيڪا پنهنجي اڳيان ڪارو چوڻرن جو رڪي وڪڻي رهي هئي، سا ٿوري دير ڪچهري ڪري پوءِ ڏهين پندرهين ايسڪيودو جا چوڻرا وٺي اٿي ڪڙا ٿياسين.

پوءِ فورٽ انجنيئر جي رهنمائيءَ هيٺ چوڻرا ڪائيندا سمنڊ جي ڀئي پاسي ڪناري ڏي هليا وياسين جو هو پهرين تہ ٻہ ٽي دفعا هتي اچي چڪو هو ۽ ٻڌائين تہ هو شهر جا نانگها ڪنارا ( Beaches ) تمام سٺا آهن. واقعي ڪناري تي مزا لڳا پيا هئا. جيتوڻيڪ اسان کي سئمنگ — ڪاسٽوم تہ هئا ڪو نہ پر ترڻ تي دل ايڏو چاهيو جو ڪپڙا لاهي هڪ ڪنڊ ۾ رکي عام پاتل ڪپڙي جي ڪڇن ۾ (جيڪي آلا ٿيڻ تي بدن سان چهٽي پيا هئا )، سمنڊ ۾ ٽوڪي وياسين. ٻنهي پاسي ميدان ۾ نانگهو ڪنارو هو ۽ جيسين نظر ويئي ٿي پورچوگالي ۽ پيا يورپين

ٻارن ٻچن سان ڪناري تي نظر اچي رهيا هئا. ڪا دير اسان بہ ترندا رهياسين. پوءِ آلن ڪڇن مٿان ڪپڙا پائي، آلا پير ريتيءَ هاڻا بوٽن ۾ وجهي گڇڪ — گڇڪ جا ان مان آواز ڪيندا، وري اچي شهر پيڙا ٿياسين. رستي تان هڪ شيديءَ جي اسٽال تان ڊبل روٽيون ۽ ڪيچا ٻجيا ورتاسين ۽ اٺ جي گوشت جا ڪواب پڻ. ان بعد شهر جي ٻنهي ٿنهي سئنيمائن ۽ مڙني هوٽلن جي ٻاهران لڳل فلمي پوسٽر ۽ ويٺل ماڻهو ڏسندا اچي بندرگاهہ وٽ پهتاسين جو سج لٿڻ تي هو. جيتوڻيڪ مئي جون جو مهينو هو پر موزمبق جنهن تہ ڏکڻ اڌ گول ۾ بہ ڏکڻ قطب جي ويجهو آهي سو هتي هي مهينا سيارو ٿئي ۽ ڏينهن ننڍو ۽ رات وڏي ٿئي. سج بہ سوير ٿي لهي — جيئن اسان وٽ اتر اڌ گول ۾ نومبر ڊسمبر ۾ ٿئي.

رستي تي هڪ ٻہ دڪان هندو سنڌيءَ ۽ بمبئي جي لوجي واپاري جا هئا جن سنڌي ۽ ڪيچي تي ڳالهائي ۽ ٻاڻ کي ٻين ملڪن جي واپارين وانگر "انڊين" ۽ پاڪستاني ٿي سڏايو. ان ڪري جو "گوا" جي ڦڏي ڪري پورچوگالي هندستان سان ڏهيل نہ آهي ۽ ڪنهن بہ هندستانيءَ کي پنهنجي ملڪ يا بيٺڪي راڄ ۾ رهڻ يا واپار وڙي جي ڇوٽ اجازت نٿا ڏين. بقول اليڪٽريڪل انجنيئر جي تہ هوئن هندستاني دنيا جي هر ڪنڊ ۾ ملندو پر پورچوگالي ملڪ ۾ دوا لاءِ بہ نہ ملي سگهندو.

بندرگاهہ ۾ پهتاسين تہ خبر پئي تہ ايجنٽ پاڙي تي هڪ پيڙي ڪري ڏني آهي پر هڪ ئي وقت پندرهن کان مٿي ماڻهو نہ ٽڪندي. پندرهن لانچ ۾ ويٺا تہ باقي رهجي رهياسين اسان ٽي ڇٽا گهٽو ئي ڪين ڇيوسين

ته اسان کي به ان ئي ٻيڙي ۾ وٺي هلو جو جهاز پري آهي ڪلاڪ ڏيڍ وڏيڪ هتي سيءَ ۾ انتظار ڪرڻ کان بچي پئون. پر لانچ وارن شيدين اشارن ئي اشارن ۾ سمجهايو ته قاعدي جي سختي آهي — خاص ڪري هنن ڪارن تي ۽ ڪجهه ٿي پيو ته سندن گورا مالڪ به کين سزا ڏيندا. فورٿ انجنيئر ويو سو الائي ڪٿان هڪڙا سڪل ٽوٽ بسڪوٽ وٺي آيو جيڪي سورتين ۾ نڪرندا آهن يا سنڌ جي ڳوٺن ۾ لوهي دٻن ۾ رکي پساري دڪاندار تور جي حساب سان وڪڻندا آهن. وات ۾ مس مس پڪ ( Saliva ) پيدا ٿي جنهن ۾ اهي بسڪوٽ آلا ٿي کائڻ ۽ ڳهڻ لائق ٿي پيا بک ڏاڍي هئي سو پئي وٺيا. ڪلاڪ سوا بعد ٻيڙي ڦيرو ڪري آئي. آفيس وارن هن ٻيڙيءَ سان آڪو ماڻهن جو ٻولايو هو ته سڀ ماڻهو پهچائڻا آهن چاهي هڪ ڦيري جا ٽين يا ٻن جا. سو هاڻ ٽن ماڻهن جي ڪري ٻيو ڦيرو ڪرڻ نقصانڪار به هو پر هو ٻول ڪري ويٺا هئا سو ڪٿو پيس ۽ ان ڪري شيدي ڊرائيور ۽ سندن ڪم ڪار وارن جي منهن تي رونق جو ذرو به نه هو. ويتر سمنڊ به خراب ٿي چڪو هو. جنهن بابت سندن آلن ڪپڙن ۽ ٻيڙيءَ جي پنل بينچن صاف پئي ٻڌايو. اسان منهن جا پڪا ٿي ٻيڙيءَ ۾ ويٺاسين ۽ هنن مُنهن بيڙو ڪري ٻيڙي هلائي.

ايندي وقت سمنڊ ماٺو هو ۽ شپ چانڊلر جي لانچ به وڏي ۽ طاقتور هئي. هينئر ڏسندي ڏسندي ڪجهه ڪلاڪن اندر سمنڊ به خراب ٿي پيو هو، ٻيڙي به ننڍي هئي ۽ هن ڦيري ۾ ته تمام هلڪي سو سمنڊ جي اونڌين ابتين چولين تي ڪاٺ جي ٻيڙي هيٺ مٿي ٿي رهي هئي. جهاز جي ڀرسان پهتاسين ته ڪڏهن جهاز ۽ ٻيڙيءَ جي وچ واري چولي آڻامي ٻيڙيءَ کي جهاز کان پري ڪري ٿي ڇڏيو، ته ڪڏهن وري ان وچ واري چولي جي اڏام ڳهڻ ۽ خال Vacuum پيدا ٿيڻ ڪري ست سان ٻيڙي ڇڪجيو ذري ڳهٽ وڃيو جهاز جي لوهي جسم سان ٿي لڳي. شيدي ڊرائيور جيتوڻيڪ هلائڻ جو ڪاريگر هو پر اڳيان سمنڊ جون ڇتيون چوليون ۽ هوا جو رخ اهڙو ٿي ٻيو جو ٻيڙي سنوت ۾ ئي نه پئي آئي. ويتر جو اڳين ڦيري ۾ پنهنجي ڪاٺ جي ٻيڙي جهاز سان هڪ ٻه دفعو ٽڪرائي چڪو هو سو هن پيري سندس ڪاوڙ جو پارو چڙهندو ويو. هڪ ٻه دفعو ٻيڙيءَ کي جهاز جي ڏاڪڻ جي ليول ۾ آندائين ۽ اهي چند سيڪنڊ ڪافي هئا جن ۾ اسان کي ڦڙتائيءَ سان ٻيڙيءَ جي مٿين آند (Gunwale) تان ٽپ ڏئي جهاز جي ڏاڪڻ جي ڪنهن ڏاڪي تي پير رکڻو هو، ۽ هٿ ٻيڙيءَ جي هٿيءَ مان ڪڍي ڏاڪڻ جي رسيءَ ۾ کپائڻا هئا پر جيئن ته هڪ ته اسان نوان هئاسين ۽ ان حالت ۾ لهڻ چڙهڻ جا ايڏا عادي نه ٿيا هئاسين، ٻيو ته رات جو وقت هو، سخت سيءَ ڪري هٿ اڌ ڪيرا ٿي چڪا هئا، چولين ڪري ٻيڙي ٿوڙي جهاز جي ڏاڪڻ تي ترڪڻ هئي ۽ ان کان علاوه ٽڪل پڻ ڏاڍا هئاسين سو ٻيڙيءَ پار ٽپ ڏيندي ڏيندي ڊڄي ٿي وياسين — جو ان ئي گهڙي چول يا ٻيڙيءَ کي جهاز کان گهڻو پري ٿي اڇلائي ڇڏيو، يا جهاز جي لوهي پليٽن سان وڃي ٿي ملايو — يعني ٽپ ڏيڻ ۾ ٿوري به ڪوتاهيءَ ڪري يا ته سمنڊ ۾ ڦهڪو ڪرڻ جو خطرو هو يا وري ٻي صورت ۾ ٻيڙي ۽ جهاز جي وچ ۾ اچي چيپاڻجڻ جو ۽ انهن ٻنهي ائڪسيڊنٽن جا مثال پنهنجن پراون جهازن تي جهازين توڙي مسافرن يا آفيس وارن جا اکين سان ڏسي چڪا هئاسين.

اسان جي جهاز تي چڙهڻ ۾ دير ڪرڻ
۽ پيڙيءَ جو ذري ذري جهاز سان ٽڪرائڻ
ڪري شيديءَ کي خمار چڙهي ويا. رڙيون
ڪري چوڻ لڳو — لهو منهنجي پيڙيءَ مان
جلدي ڪريو. پوءِ چڙ ۾ پيڙيءَ کي واپس
بندرگاهه ڏي موڙي ڪٽي فل اسپيڊ رکيائين.
پر پوءِ باقي ٻن پيڙي وارن ۽ اسان جڏهن
سمجهايس ته هينئررات جو هيڙي سيءَ ۾ ڪيڏانهن
ويندا سين. تڏهن وري موٽائي جهاز تي وٺي
آيو. پر اسان جي ساڳي حالت سرڪس جي
ٻڇڙي مسخري واري ۽ پيڙيءَ جو جهاز سان
ٽڪرجڻ. شيدي ڊرائيور هڪل ڪري پنهنجن
همراهن کي چيو ته هنن کي پيڙيءَ مان ڌڪا
ڏئي لاهيو جيڪا ڳالهه اشارن مان اسان به
سمجهي. پر هو ڪيئن لاهين. پوءِ ته خار مان
لانچ جو اسٽيرنگ ويل ڇڏي پاڻ اٿي ڪڙو ٿيو
ست فٽو قداور ۽ ٿلهو متارو سان جهڙو هو. سڌو
اسان وٽ آيو. هڪڙي ڪڇ ۾ مون کي ۽
ٻئي ۾ ڪئپٽن کي کڻي اڇل ڏي ڏنائين —
سا به ان وقت جڏهن پيڙي چول تي جهاز کان
اڌ ميل پري وڃي شپڪو ڪيو. ظاهر آهي ته
سمنڊ ۾ ٽي ڪرون هال. فورٽ انجنيئر جيڪو
پراڻو هو تنهن وري جو ڏٺو ته اسان کي شيدي
ٿو پوڙي سو پنهنجي پتر ۾ ته هن اسان سان
همدردي ڪئي پر مون کي ان مهل ٿي محسوس
ٿيو ته هاڻ بچڻ مشڪل آهي. اسان پاڏي
جهڙي شيديءَ جي ڪچن ۾ اڻ پالبل مور
وانگيان ٿڙڪي رهيا هئاسين جيڪو پيڙيءَ جي
بلڪل اندیءَ تي بيٺو هو ۽ هي اسان جو فورٽ
انجنيئر پري کان بيهي هن کي ويٺو انگريزي ۾
دڙڪا ڏئي ته جا تو ڪريس؟ تنهنجي سپائي
آفيس ۾ رپورٽ ڪندا سين. مون ته ان وقت ئي
دل ۾ چيو: چار صاحب! ماري رکئي. هي اڌ
جهنگلي مائهو ڇا ڇائي تنهنجن دڙڪن ۽ تنهنجي
شيڪسپيئر جي ڊرامي ميڪبيٿ جي ڊائلاگن

مان انگريزيءَ مان؟

چار صاحب جي دڙڪن تي شيديءَ کي
ويتر ڪاوڙ لڳي وئي ۽ پنجابي فلمن جي ولين
وانگي وٺي هيئين ڦاڙي رڙ ڪئي جيڪا دانهن
هو ڪنهن ڏارئين کي پنهنجي ڳڪيندي يا پاڙي
واري ڇوڪريءَ سان زوري هجائندو ٿيندو ڏسي
ڪندو آهي. مون پڪ سمجهيو ته پي ڳوڙيءَ
سمنڊ جي تري ۾ هونداسين. بقول شاهه لطيف
جي "جتي ويا ڪين ورڻ ۽ جت ويريون واڻ
نه ڏين اتي اٽارڻ، ساهڙ! سير لنگهاءِ تون."
وارو حساب هو.

چار صاحب جي دڙڪن تي شيدي ڪجهه
دير سوچي، پوءِ اسان کي ڇڏي ڪٽي چار صاحب
کي ٻڪيو — معني اسان ته في الحال ڇٽاسين
يا بيندبنگ ۾ رهياسين. ويتر غريب فورٽ انجنير
ڦاٿو. پر ۽ ته منهنجيون ۽ ڪئپٽن جون هيون
شيديءَ کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ منٿون جنهن جي
وات مان چڻ ڳجي وڃي رهي هئي. انگريزي ته
هن سمجهي ڪانه ٿي. اشارن سان اسان سمجهايس
ته هن جهازيءَ جو دماغ صحيح ناهي. هن تو کي
ڳاريون ڪونه ٿي ڏنيون. ايتري ۾ باقي ٻن
شيدين اچي فورٽ انجنيئر کي سندس چنبي مان
آزاد ڪيو ۽ شيدي ڊرائيور کي اندر لانچ ۾
وٺي ويا. لانچ کي هن جهاز جي ويجهو وري
آندو، "مرتا کيا نه ڪرتا" وارو حساب اسان
هڪ ٻئي پويان الله جو نالو وٺي ڪٽي ٽپ
ڏنو — پر ڙيا ته هئين ٽپي وياسين. سو چو ته
ٽپ ڏيڻ جو جو ڪم ڪٿجي. ڪنهن جا پير ڏاڪڻ
ٿيي ويا ته ڪنهن جا هٿ ڏاڪڻ جي رسيءَ ۾
ڪپي ويا. بس مڙيئي اچي جهاز پيڙا ٿياسين.
لانچ جو شيدي ڊرائيور هڪ دفعو وري پنجابي
فلمن جي ولين واريون رڙيون ڪوڪون ڪري
لانچ جي انجڻ اسٽارٽ ڪئي ۽ فل ائڪسلريٽر

سان هليو ويو.

ڪيترن سالن بعد ان ڳالهه جو تجزيو ڪرڻ تي محسوس ٿيو ٿئي ته ان معاملي ۾ واقعي اسان جو ڏوهه هو ۽ هي غريب شيدي لانچ جو ڊرائيور ته ڇا پر اهڙين حالتن ۾ ڪو چيني، انگريز، جپاني يا پاڪستاني مڪراني مهاڻو هانگ ڪانگ، لورپول، اوساڪا يا ڪراچي جي آئوٽر — ائنڪريج تي اسان جي اهڙي ڪوتاهي ۽ سستي برداشت نه ڪري سگهندو جو ڪوبه پنهنجي لکها رپين جي ٻيڙي اهڙي خراب سمنڊ ۽ موسم ۾ جهاز سان ٽڪرائي ڇيتون ڇيتون ڪرڻ جو جوکم نه کڻندو. جو اها ٻيڙي غريب مهاڻي جي ڪٽنبن جي روزگار جو واحد وسيلي آهي. پر بهرحال اسان جي دلين تان اهو طوفاني رات وارو واقعو اڃا تائين وسري نه سگهيو آهي. آفريڪا ڪنڊ ڪي ڦيرو ڪندو وقت اها ڳالهه سوچي بدن ۾ جهڙي سيوڪاري ٿي ويندي آهي.

---

# علي احمد بروهي

علي احمد بروهي سنڌ جو ڄاتل سڃاتل اديب آهي. ١٩٤٨ع ۾ جڏهن هو روزانه قرباني اخبار ڪراچي جو ايڊيٽر هو، تڏهن هن ڪراچيءَ جي ماهوار نئين زندگيءَ ۾ مزاحيه فيچرز لکڻ شروع ڪيون. مون ١٩٥٥ع تائين سندس اهي مزاحيه ڪهاڻيون پڙهيون، جن ۾ عدو موچي، عثمان حجم، سومر نانوائي، استو ڀچيل وغيره جهڙا سچا پچا سادا ڪردار اڀرج ۾ وجهندڙ چريائپ ۽ ڏچرائي جهڙا ڪارناما ڪندي نظر ايندا هئا. سنڌي ادب ۾ اهو وڻندڙ ۽ نرالو لاڙو علي احمد بروهيءَ پيدا ڪيو. هن اهي ڪل پوءِ جون ڪهاڻيون جيروم ڪي جيروم نالي هڪ انگريز اديب کان متاثر ٿي لکيون. ان کان پوءِ سنڌي ادب جي حاضريءَ جي رجسٽر ۾ علي احمد بروهي لاڳيتو سالن جا سال غير حاضر رهيو آهي. گهٽ ۾ گهٽ مون کي ڏسڻ ۾ نه آيو. هو سرڪاري نوڪرين ۾ رڌل رهيو. هاڻي هن وري لکڻ شروع ڪيو آهي ايتري قدر جو وچ واري ماٺيءَ ويساهيءَ جي چڱي ڪسر ڪڍي اٿس. هاڻي هن عدو موچي، عثمان حجم ۽ سومر نانوائي جا ڏچرايا چڱي، "ڄام، ڄاموٽ ۽ ڄاموڙا" جي عنوان سان سنڌ جا اهي ته عجب جهڙا سچا پچا ڪردار ڳولي ڪڍيا آهن، جن جو مٽ سنڌي ادب ۾ ملڻ مشڪل آهي. "وچين ڇڙ وڻڪار هت نه ڳولين هوت کي" وانگر علي احمد بروهيءَ هن ڌرتيءَ جي کاڻ مان واهه جا هيرا ۽ لعلون کوٽي ڪڍيا آهن.

بروهي زندگيءَ جي گهٽين لاهين چاڙهين مان آڪري پار پيو آهي. پڙهڻ چڏي هو وڃي انڊين نيويءَ ۾ وائرليس ٽيليگرافسٽ ٿيو. اتي ١٩٤٦ع واري گڏيل هندستان جي برطانوي سامونڊي فوج واري بغاوت جي مک سهندارن منجهان هڪ ڪري ڦاسيءَ جي سزا آيس پر پاڳ پڙايس ڦاسيءَ جي سزا جيل جي سزا ۾ تبديل ٿي ۽ هن ١٨ مهينا سزا ڪاٽي خير سان اچي وطن وسايو. سندس ڪيل نوڪرين ۽ ڌنڌن جو ته ڪاٿوئي ڪونهي. هو ماستر ٿيو، انقلاب اخبار سکر جو مئنيجر ٿيو، صداءِ سنڌ ۽ روزانه قرباني ڪراچيءَ جو ايڊيٽر ٿيو ڪپڙي جو واپار ڪيائين، رقم اوڌر ۾ وڃائي وري پنهنجي پريس کولي ان مان منشور اخبار ڪڍيائين. پوءِ الائي ڇا ڇا ٿيو؟ سنڌ انفرميشن جي ڊئريڪٽريءَ ۽ سيڪريٽري جا عهدا ماڻي کان پوءِ هاڻي شيخ زيد بن سلطان ٽرسٽ (جيڪا هلال پاڪستان اخبار هلائيندي آهي) جو ڊپٽي ائڊمنسٽريٽر آهي. ان کان پوءِ الائي ڇا ڇا ٿيندو؟ الله ڏينهن ڏئيس، مڙس مٿير آهي،

ڳالهين جو ڳهير، يار ويس، ڏهڪي ڍهڪي وارو، دل جو صاف، رلڻو ملڻو، سڄڻ جو سنگتي پر بخيلن سان ڪانءُ پويس! ان ڪانسواءِ وڏائي اصل ڪونه اٿس. Estelle Holt مِسٽر اِسٽيلي هولٽ ايشيائي ملڪن جي سياحت ڪندي هتي سنڌ ۾ آئي هئي. هن هڪ ڏاهوڪو ڪتاب Asia and I ايشيا اينڊ آءِ لکيو آهي ان ۾ علي احمد بروهيءَ جو تفصيلي ذڪر ڪيو اٿس. هوءَ بروهي کان تمام گهڻو متاثر نظر ٿي اچي.

ان کان سواءِ هڪ ٻئي غير ملڪي اديب وي. ايس. نائيپال V. S. Naipaul پنهنجي ڪتاب Among the Believers ۾ به علي احمد بروهي سان پنهنجي ڪچهرين جي سربستي احوال سان گڏ سنڌ جي تاريخ تي به بحث ڪيو آهي، خاص ڪري چچ کان وٺي عربن جي فتح تائين واري دور جي باري ۾. اهو ڪتاب ڪافي وقت پاڪستان جي رجعت پسند حلقن جي اکين ۾ ڪنڊو ٿيو آهي ۽ ڪراچيءَ جي اردو اخبارن نائيپال ۽ سندس ڪتاب تي گهڻا چوهه چنڊيا آهن.

مون علي احمد بروهيءَ کان هي انٽرويو ڪيترين قسطن ۾ ورتو آهي. ان ڏس ۾ ساڻس ڪافي ملاقاتون ٿيون آهن. زماني سازيءَ جي هوا کان ڪوبه بتل ڪونهي. هو به منهنجن ڪيترن سوالن جا جواب ڪائي ويو آهي. خاص ڪري سندس عاشقانه ڪارنامن ۽ سندس هڪ مرحوم دوست ايوب احمد ڪرمانيءَ ۽ مشهور اردو اديبه قرةالعين حيدر جي مبينه عشق ۽ ڪرمانيءَ جي خودڪشيءَ جي باري ۾ ڪيس سپ خبر آهي* پر ان سوال تي چپ ٿي ويا ڇڏيا اٿس.

— عبدالرحمان پليجو

برسات: ١٩٤٦ع ۾ انڊين نيويءَ انگريز سامراج خلاف بغاوت ڪئي هئي. توهان ان بغاوت جي مهندارن منجهان هئا. مهرباني ڪري ان بغاوت جا ڪارڻ ۽ نتيجا ٻڌايو. اها ڳالهه پنهنجي جاءِ تي هڪ تاريخي حيثيت رکي ٿي.

بروهي: انڊين نيويءَ جي بغاوت هڪ اهڙو تواريخي واقعو آهي جنهن جي سربستي بيان ڪرڻ لاءِ بياض گهرجن. هڪ اڌ سوال جي جواب ۾ ان ڪارنامي جو احوال اورڻ ڏاڍو ڏکيو آهي ان ڪري پيرانتي روئداد ڇاٽائڻ بجاءِ آءٌ ڪجهه ڳالهيون سرسري طور اوهان اڳيان پيش ڪندس جن جو تعلق بغاوت جي اصلي ڪارڻ ۽ نتيجي سان آهي. هن سلسلي ۾ پارٽ اندر ڪيئي ڪتاب ڇپجي چڪا آهن. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته بغاوت ۾ جن ماڻهن وڏيڪ ڀرو ورتو هيو ۽ جن ڏک ڏوجهرا ڏٺا ۽ سٺا تن ۾ گهڻائي انهن اياڻن جي آهي جي پاڪستاني آهن.

سامونڊي فوج جي هڙتال جنهن ڪي انگريزن بغاوت جي نالي سان نوازيو اها ١٧ فبروري ١٩٤٦ جو بمبئي ۾ شروع ٿي، جا باهه جيان ڦهلندي سموري ملڪ جي بندرگاهن تائين پکڙجي وئي جتي جتي سامونڊي جنگي جهاز لنگر انداز هوا

يا وري انهن شهرن ۾ جتي نيويءَ جا ٽريننگ مرڪز قائم ٿيل هوا. هي اهو زمانو هو جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائي پوين پساهن تي هئي ۽ جنگ جي نتيجي ۾ پوري دنيا اندر عجيب ڊمچر ۽ ڌماچوڪڙي متل هئي. جپان اڳئي ڌماڪي کان دهلجي آڻ مڃي چڪو هو، جرمنيءَ کي ڳپيا ڪري کيس مال غنيمت وانگر حصا پتيون ڪري ورهايو ٿي ويو. هر فاتح يا شڪست کاڌل ملڪ ۾ روڄ راڙو يا ماتم چالو هو. ڏٺو وڃي ته جنگ جو حشر به ”جوا“ وارو ئي هيو جنهن ۾ هارائيندڙ جو اڌ ۽ کٽيندڙ جو سڄو منهن ڪارو ٿي ٿيو.

ٻي مهاڀاري لڙائي سبب دنيا ۾ گهوٽالو پيدا ٿيو هيو ان ڪپڙتال ۾ هندستان جي حالت وڌيڪ مونجهاري واري هئي. خاص طور سياسي ليڊرن جون ته پڳڙيون ٿي چڪيون هيون. ڪي جيلن ۾ باندي هوا، ڪي روپوش ۽ رفوچڪر ٿي چڪا هئا. باقي جي بچيا هوا سي گهونگهٽ پائي گمناميءَ ۾ گوشه نشين ٿي ويٺا رهيا. انگريز بهادر جنگ ۾ ٽڪجي ساڻو ضرور ٿي پيو هو ۽ سندس اندر سڄو کاڄي کوکو ٿي چڪو هيو پر هتي ٻاهريون ٻنو رکي رعب تاب سان راڄ هلائيندو ٿي رهيو. هو هندستاني سياستدانن جي رڳ رڳ کان واقف هيو ۽ کين پاڻ ۾ ويڙهائڻ ۽ اشاري نچائڻ سندس ڏائي هٿ جو کيل هيو. ڪانگريس يا مسلم ليگ پارٽين جو جنم وٺڻ ۽ جياپو به ته انگريز جو ڪمال ۽ ڪرشمو هيو! انگريز کي ڪو اونو يا فڪر ڪونه هيو ڇاڪاڻ ته سندس طاقت جو سرچشمو فوج هئي ۽ نه عوام. عوامي هلچل هڙتال يا بائيڪاٽ جو مٿس ڪو اثر نه ٿي ٿيو. کيس ڀليءَ پت ڄاڻ هئي ته هندستاني عوام جو جوش و خروش کير جي اڀامڻ وانگر بي ضرر هيو جنهن کي ماٺي ڪرڻ لاءِ پاڻي جو هڪ ڇنڊو ڪافي هو.

سامونڊي فوج ۾ لکيل پڙهيل ماڻهن جي ڀرتي فقط پيغام رسائڻ واري ڪاتي يعني ڪميونيڪيشن برانچ ۾ ڪئي ويندي آهي. جنهن جو تعلق وائرليس، ريڊيو، ريڊار، سائنڪ ٽيليگرافي ۽ سگنلس سان هوندو آهي. هن ڪاتي جا ماڻهو اعليٰ تعليم يافته هئڻ ڪري ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ذهين ۽ سياسي سمجهه رکندڙ ٿيندا آهن. ١٩٤٢ ۾ جڏهن آءٌ وائرليس جي ٽريننگ وٺڻ لاءِ اول بمبئي ۽ پوءِ ڪلڪتي جي مرڪزن ۾ داخل ٿيس ته دي ڄاڻي ڏاڍو حيران ٿيس ته هن ڪاتي ۾ گهڻي انداز اهڙن ماڻهن جو هيو جي مون جيان فقط هن ڪارڻ فوج ۾ ڀرتي ٿيا هوا، ڇاڪاڻ ته سندن گرفتاريءَ لاءِ وارنٽ جاري ٿيل هوا. اهڙي انڊاڊنڊ ڀرتيءَ جو سبب اهو هو جو ڪانگريس جنگي امداد جو بائيڪاٽ ڪري ( Quit India ) يعني ”هندستان مان نڪرو“ جي تحريڪ هلائي هئي. جنهنڪري انگريزن کي جو انڌو سنڌو اميدوار مليو ٿي تنهن کي اکيون پوري ڀرتي ٿي ڪيائين. وري رنگروٽن کي هزارن جي تعداد ۾ تربيتي ادارن ۾ گڏي ٿي رهايائين. جنهن سبب سياسي سوچ رکندڙن کي پاڻ ۾ خيالن جي ڏي وٺ ۽ ميل ميلاپ جو سونهرو موقعو نصيب ٿيو —

جنگ واري دور ۾ اسان کي وڏي شرمساري پنهنجي ضمير جي ڦٽ لعنت سبب ٿي. ڇاڪاڻ ته اسان چند ڏوڪڙن خاطر اهڙي لڙائيءَ ۾ حصو ٿي ورتو جنهن سان اسان جي ملڪ جو ڪو به واسطو نه هيو. ٻين لفظن ۾ ته ڇيڄ پرائي هئي باقي نچڻ وارا احمق اسين هواسون. اسين جڏهن فوجي ڊريس پائي شهر ۾ گهمڻ لاءِ جهاز کان ٻاهر نڪرندا هواسون ته اسان تي پبلڪ جي ڦٽڪار وسندي هئي. انهن ڏينهن پبلڪ ۾ غيرت جام هئي ۽ اسان جو ڪوڏي مان به نه ڪيو ويندو هيو. اسان کي انگريز جا چمچا سڏيو ويندو هيو. باقي انڊين نئشنل آرمي

'INA' جا وارا نيارا هوا. ڪين هر هندقومي هيرو بڻائي گلن جا هار ٿي وڌا ويا ۽ سندن واکاڻ هر هڪ جي چپن تي هئي. چاڪاڻ ته ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي پنهنجي ساک پٽ وڌائڻي هئي ۽ جنرل اليڪشن به ويجهي هئي. توڙي جو "آءِ اين اي" هندستاني فوج جي انهيءَ حصي کي چيو ٿي ويو جنهن برما فرنٽ تي دشمن سان وڙهڻ بجاءِ جپانين جي غلامي قبول ڪئي هئي ۽ انهن ۾ اڪثر اهي فوجي هوا جي جپانين وٽ جنگي ڪئمپن ۾ باندي هوا ۽ ڪين بعد ۾ ترتيب ڏيئي هند جي "قومي فوج" بڻايو ويو هيو.

اسان ۾ ايتري سياسي سمجهه ضرور هئي ته انگريز بهادر اسان جي سياسي ليڊرن کي پتلين جي تماشي جيان نچائڻي پنهنجي دل وندرائڻي رهيو هيو. باقي حڪومت جون واڳون ڇڏڻ لاءِ سندس ڪو ارادو ڪونه هيو. چاڪاڻ ته هن ملڪ ۾ سندس وڏي سيڙپ ٿيل هئي. اسان سڀني جو هي ايمان هيو ته جيسين انگريز جي پاڙ يعني لشڪر ۾ ڏماڪو نه ٿيندو ته انوقت تائين، هي صاحبلوڪ مئي ماريءَ بنا هتان لڏڻ لاءِ هرگز تيار نه ٿيندو. پر ڏيي ڏانـد کي ڏاڻ ته ڏجي پر ڪير ۽ ڪيئن؟ اهو موقعو اسانکي جلدي ميسر ٿيو جڏهن سيڪنڊ جنگي جهاز واپس بمبئي پهتا ۽ اسان سڀني کي ايچ ايم ايس تلوار ۾ رهايو ويو. سٽين فبروري تي اسان جي هڪ ساٿي "بي سي دت" کي گرفتار ڪيو ويو. مٿس هي الزام ڏريو ويو ته هن ديوارن تي "جئه هند" جا نعرا لکيا هوا. پوءِ ته ينيور کي باهه وڪوڙي ويئي ۽ پيڙجي جهڙي ١٧ فبروري تي نڪتي جنهن سڄي هندستان کي پنهنجي لپيٽ ۾ آندو. ان کان پوءِ جو احوال سرسري طور تي هن طور آهي:

بغاوت جو انتظام ١٧ ڄڻن جي ڪاميٽي هلايو. سيڪنڊ ميمبر چونڊيا ويا هوا. ١٧ فبروري جو ڏينهن هن لاءِ مقرر ڪيو ويو چاڪاڻ ته ان ڏينهن تي سباش چندرابوس هندستان جي عارضي آزاد حڪومت برما ۾ قائم ڪئي هئي. بغاوت ۾ ٤٠ هزار فوج مون انڪل ٣٠ هزار ماڻهن بهرو ورتو. وڏا عملدار غيرجانبدار رهيا. گورن عملدارن کي ادارن يا جهازن جي لاڪپ ۾ باندي رکيو ويو. بغاوت اٺ ڏينهن سانده هلي نائين ڏينهن تي هٿيار ڦٽا ڪيا ويا. هندستان جي هوائي توڙي خشڪيءَ جي فوج اسان تي هٿيار هلائڻ کان انڪار ڪيو توڙي جو بغاوت جا آخري ٽي ڏينهن اسين سندن گهيري هيٺ رهياسون. يارهن انساني جانيون ضايع ٿيون. بمبئي، ڪلڪتي، مدراس ۽ ٻين شهرن ۾ اسان جي بغاوت جي پٺڀرائي ۾ جي فساد ٿيا تن ۾ هزارين انسان مئا ۽ گرفتار ٿيا. بمبئي، احمدآباد ۽ جبلپور جي جملي ڪارخانن جي مزدورن هڙتالون ڪيون. وڳوڙن هلندي اسان جي فوج مون ڪنهن هڪ به انسان اسان سان نه دغا ڪئي ۽ نه غداري. نه وري اسان خلاف ڪيس هلندي ڪا شاهدي ڏني.

بغاوت جي خاتمي بعد اسان مون ساڍا ٽي سؤ ماڻهن کي گرفتار ڪري "ملند ۽ ڪليان" جي جنگي ڪئمپن ۾ ملٽري جي پهري هيٺ قيد رکيو ويو. سڀني جي نوڪري ختم ڪئي ويئي. جيل جي سزا ڪيترن کي ملي ڪا خبر نه آهي چاڪاڻ ته سڀ کان پهريون مون کي جيل اماڻيو ويو. بغاوت جي جاچ پڙتال لاءِ وڏي پايه جي انڪوائري ڪميشن مقرر ڪئي ويئي جنهن ۾ ٽي هاءِ ڪورٽن جا چيف جج ٻه آرميءَ جا جنرل، هڪ نيويءَ جو ائڊمرل ۽ هڪ جج ائڊووڪيٽ جنرل ميمبر هوا. جسٽس مهاڃن جو پوءِ پارٽ جي سپريم ڪورٽ جو چيف جسٽس ٿيو، اهو انڪوائري ڪميشن جو صدر رهيو. انڪوائري ڪميشن جي ڪارروائي اڍائي مهينا لاڳيتو هلندي رهي باغي فوجين طرفان سندن نمائندگي ڪرڻ جو

فخر مون کي نصيب ٿيو. ڇاڪاڻ ته ڪميشن جي سموري ڪارروائي اخبارن ۾ شايع ڪئي ويندي هئي ان ڪري هندستان جي وڏين اخبارن ۾ روزانو منهنجا بيان ۽ فوٽو صفح اول تي ايندا رهيا ٿوڙي جي ڪمائي ۽ پورهيو پڻ جو ٿيل هيو ۽ ٿالي ۾ نهال آءٌ ٿيندو رهيس— الله جي قدرت آهي. لڱيون جهلي پولڙو ڪٺيو ۽ ڪاٿي فقير!

بغاوت دوران اسان جون چوٽيءَ جي پايه وارن سياسي ليڊرن سان ملاقاتون ۽ ڳالهيون ٿيون. مهاتما گانڌيءَ اسان کي سخت گهٽ وڌ ڳالهايو. هن اسان کي چيو ته اسان سندس سموري ڪمائيءَ تي پاڻي ڦيري ڇڏيو هيو ڇاڪاڻ ته اهنسا کان ڪم نه ورتو. ڪيس اسان ڇاڻايو ته اسان جي سموري ٽريننگ ماڻهن کي مارڻ يا پاڻ مرڻ تائين محدود هئي ان ڪري اهنسا جو ڪو سوال ئي پيدا نه ٿي ٿيو. ڪيس هي به ٻڌايوسون ته گل ڦل نچاور ڪرڻ سان انگريز هتان هرگز نه لڏيندو. اهڙي طرح قائداعظم ۽ مولانا آزاد سان به اسان جا باغي ساٿي ڪلڪته ۽ دهليءَ ۾ مليا جن اسان سان همدردي ڏيکاري ۽ حمايت ۾ بيان به شايع ڪيا پر سوشلسٽ پارٽيءَ جي سڀني ليڊرن اسان سان پورو پورو ساٿ ڏنو ۽ نباهيو ان لاءِ خاص طور ارونا آصف عليءَ واقعي ڪيرون لهڻيون.

اهو غلط خيال آهي ته انگريزن نيويءَ جي بغاوت کي ڪچليو. هرگز نه. ان طوفان جي مقابلي لاءِ انگريزن ۾ ڪو دم هيوئي ڪين. بغاوت جي چوٿين ڏينهن تي انگلنڊ جي وزير اعظم مسٽر ائٽليءَ پارليامينٽ ۾ اعلان ڪيو ته انگريزن هندستان جي حڪومت ديسي ماڻهن جي حوالي ڪرڻ جو قطعي فيصلو ڪيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ ڳالهيون هلائڻ لاءِ هڪ اعليٰ سطح جو وزارتي وفد هندستان روانو ڪيو ٿو وڃي. هي هڪ حقيقت آهي ته هندستان ۽ پاڪستان کي آزادي ملڻ جو اصلي ڪارڻ نيويءَ جي بغاوت آهي. پوءِ هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته في الوقت آزاديءَ متعلق ٻنهي ملڪن ۾ جي رام ڪهاڻيون ۽ الف ليلا جا داستان شروع ڪيا ٿا وڃن سي ڏاڍا دلچسپ ۽ پر لطف آهن. شال الله پاڪ اسانجي ملڪي ماڻهن کي سچ ڳالهائڻ ۽ سچ ٻڌڻ جي توفيق عطا ڪري. آمين.

برسات: بغاوت وقت توهان ڪهڙي جهاز تي هئا. هڙتالي ڪميٽيءَ ۾ توهان جي ڪهڙي حيثيت هئي؟

بروهي: بغاوت وقت مان بمبئيءَ جي ايڇ ايم ايس تلوار ۾ "تند بتان تار" وائرليس جو انسٽرڪٽر هيس. هڙتالي ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي باقاعده چونڊ ٿي هئي جنهن ۾ سڀ کان گهڻا ووٽ مون کنيا هوا. ان جو سبب هي هيو جو ساموندي فوج ۾ اڪثريت ٻن قومن جي هئي هڪ پنجابي ٻيو مدراسي. آءٌ پنجابي ڳالهائيندو هيس ۽ شڪل مدراسين جهڙي هيم. ان سبب منهنجي واقفيت ۽ ڄاڻ سڃاڻ گهڻي هئي. انکان سواءِ سموري سروس ساموندي جهازن ۾ هئڻ ڪري ڄاڻ سڃاڻ جو دائرو وسيع هيو. سنڌي هئڻ ڪري منهنجي ڪنهن سان ڪا عداوت ڪانه هئي پر ڪوشش ڪري هر هڪ سان دوستي لڳائڻ جو ادم ڪندو رهندو هيس. بغاوت جي مرڪزي آفيس جو انچارج هيس ۽ مونکي چاليهارو ساٿهو پياڪڏ ڏنا ويا هوا جن مون ۾ چٽا اڄ به ڪراچي ۾ وڏن عهدن تي سرفراز آهن.

برسات: ان بغاوت ۾ ڪهڙن سنڌين حصو ورتو هو؟

بروهي: جيتريقدر منهنجي خبر چار جو تعلق آهي ته بغاوت واري زماني ۾ ساموندي فوج جي جدا جدا ڪاتن ۾ جملي سٽ چٽا

سنڌي شامل هوا جي هن طور آهن:

(١) موهن لال. موهن بطور بواءِ ”سي مئن“ يعني ”خلاصي ڇوڪري“ جي رايل انڊين نيويءَ ۾ ڀرتي ٿيو هو. ساموڊي جهازن ۾ سروس ڪندي ڪيس مشڪل سان ٻه ٽي سال ٿيا هوا. ڪراچي ۾ جنهن جنگي جهاز بغاوت ڪئي هئي ان تي توبن جي گولا باري واري حملي ۾ شهيد ٿي ويو. مرڻ وقت سندس عمر ١٨ سال هئي. منهنجي ساڻس چڱي واقفيت هئي هو نهايت ڦڙت ذهين ۽ جوشيلو نوجوان هو.

(٢) غضنفر علي عيسائي. هي صاحب منهنجي ڳوٺ ڳڙهي ياسين لڳ، بدي ڳوٺ جو زميندار آهي. انڊين نيويءَ ۾ بطور ”مڊ شپ مئن“ جي ڀرتي ٿيو هو. سون سال ١٩٤٥ع ۾ هندستاني آرماڙ جي فلئگ شپ ”روهلکنڊ“ ۾ ملائيشيا ۽ سينگاپور ۾ ڳنڍ هو. بغاوت واري زماني ۾ سب ليفٽيننٽ ٿيو هو. هاڻي ۾ کو حصو ڪونه ورتائين. پاڪستان ٺهڻ ڪانپوءِ ساموڊي فوج جي نوڪري ڇڏي سنڌ پوليس کاتي ۾ آيو. سنڌ جي جيلن واري کاتي جو اعليٰ عملدار ٿي رهيو. اڄ ڪلهه پنهنجي ڳوٺ بدو ۾ اباڻي زمينداري ۾ رڌل آهي.

(٣) مظفر حسين ظفري. ٻڌو اٿم ته بمبئي ۾ ليفٽيننٽ جي عهدي تي سرفراز هو. ان زماني ۾ منهن جي ساڻس ڪابه واقفيت نه هئي. بغاوت ۾ کو تحرڪ ڪونه ورتائين هونئن به ڪنهن به ڪميشن آفيسر سڌي يا اڻ سڌيءَ طور هڙتال سان کو واسطو ڪونه رکيو هو. ڪجهه وقت کان پوءِ پاڪستان سروس ۾ شامل ٿيو. في الحال فيڊرل گورنمينٽ ۾ سيڪريٽري جي عهدي تي آهي.

(٤) مظفر حسين جوش. حيدرآباد جي افندي خاندان جو فرد آهي، ڪجهه وقت اڳ ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي بطور اسڪرپٽ ليکڪ جي ڪم ڪندڙ هيو. بغاوت دوران موڪل تي ڳوٺ آيل هيو. انڊين نيوي جي ڪميونيڪيشن برانچ ۾ سروس ڪندڙ هيو ۽ سندس واسطو سگنلس (Signals) سان هيو. بمبئيءَ ۾ اسان ٻنهي جون اڪثر ملاقاتون ٿينديون رهنديون هيون.

(٥) غلام مرتضيٰ بروهي: هي منهنجو ذاتي ڀائي ۽ گهرو دوست سکر جو وينل آهي انڊين نيويءَ ۾ بطور خلاصيءَ جي ڀرتي ٿيو هيو. بغاوت واري زماني ۾ بيمار هئڻ ڪري شايد ديولالي اسپتال بمبئي ۾ داخل هيو. نهايت دلير ۽ اڙٻنگ انسان آهي. اڄڪلهه سکر شهر ۾ پنهنجي ڏنڌي ڌاڙيءَ ۾ مشغول آهي.

(٦) محبوب: محبوب يا محبوب شاهه هڪ پراسرار شخصيت جو ڏٺي آهي. اصلي جيڪب آباد طرف جو وينل آهي. منهنجي واقفيت ساڻس ١٩٤٣ع ۾ ٿي جڏهن انڊين نيويءَ ۾ بطور خلاصي (Seaman) جي سروس ڪندڙ هيو. بغاوت واري واقعي کان ڪجهه سال اڳ هڪ حادثي ۾ سندس ٻانهن ضربجي پيئي جا بعد ۾ ڪاٽڻي پيئي. سروس ڇڏڻ کان پوءِ به منهنجي محبوب سان سندس جدا جدا جوٽين ۾ ملاقات ٿيندي رهي. في الوقت ڪراچيءَ ۾ آهي ۽ سندس پيري مريديءَ جو دائرو خاصو وسيع آهي.

(٧) آءٌ پاڻ جو اوهان اڳيان آهيان.

برسات: هر انسان جو زندگيءَ لاءِ ڪونه ڪو مول متو هوندو آهي. توهان جو نصب العين ڪهڙو آهي؟

بروهي: سچ چئجي ۽ ڌرتيءَ جيان انساني

زندگي به پنهنجو سفر طئه ڪندي ٿي رهي. ڪهڙي ڏس ۾ يا ڪنهن جي ڳولا ۾؟ ڪا خبر نه آهي. البت اهـا ڄاڻ ضرور آهي ته ڪنهن اڻ ڄاتل رخ ۾ اڳيرو رڙهندي ٿي رهي. ٿي سگهي ٿو ته پيڙيءَ جيان وهڪري ۾ لهوارو لڙهڻ سندس فطرت هجي. شايد ڪيس ان اسرار جي پرک ۽ پروڙ لاءِ تانگهه هجي، جو راز ڪائنات ۾ سمايل هيو. پوءِ سچ جو پلئه پوڻ ناممڪن ٿي سهي. پر حق جي راه ۾ پانڌيئڙو ٿيڻ به ته ساڳيي ڳالهه هئي. منهنجي خيال ۾ اهوئي آهي انساني زندگيءَ جو مول مقصد، هن زندگيءَ ۾ ۽ هن دنيا ۾. آءُ به ڪو ان قافلي کان الڳ ته نه آهيان. پوءِ جياپي جو رنگ ڍنگ نرالوئي سهي. ڪو ماڻهو ماڻهپي لاءِ الله جي توفيق جو طالب ٿئي ۽ انسان ٿي زندگي گهارڻ کي پنهنجو نصب العين بڻائي. منهنجي خيال ۾ مون جهڙي رواجـي ماڻهوءَ لاءِ اها معراج ڪافي آهي.

جوانيءَ جي شروعات ۾ مون خواهش رکي ته هڪ مثالي ماڻهو ٿي حياتي گذاريان. اهڙي انسان ٿي رهڻ لاءِ مون ايمانداريءَ سان ڪوشش به ڪئي. پر الاجي ڇو، منهنجي اندر ۾ هي ڀڪو برابر اڀرندو رهيو ته مون وارا ماپا غلط ۽ ڪسوٽيون ڪوڙيون هيون. زندگي جي تجربي، جو مـون بعد ۾ پرايو، تنهن ته اڃان به وڌيڪ اها ڳالهه صاف ظاهر ڪري ڏيکاري ته خوش قسمتي ۽ بدقسمتي، پاپ يا نياپ ڪي هڪ ٻئي جي ابتڙ خاڪا نـه هوا پر ساڳيي ڳالهه هئي. انسانيت ڪا قومن قبيلن پاڙن يا ذاتين ۾ ورهايل نـه هئي پر حيوان ۽ ماڻهو، احمق سادا سودا يا اڪابر سڀ هڪ ئي برادريءَ جـا ڀاتي هوا يعني انسانيت ۾ شامل هوا.

تجربي مونکي هي به احساس ڏياريو ته آءٌ ڪجهه به نه هيس. ڪائنات جي هر عنصر، سج چنڊ تارن ۽ گرهن، توڙي زمين جي سمنڊن پهاڙن ندين ۽ ڍنڍن به مون ئي هـي سبق سيکاريو ته قدرت اٿاه هئي ۽ بي انت هئي ۽ آءٌ هڪ ننڍڙو ڪيڙو ۽ ساڪوڙو جو نه پاڻ ڪجهه هيو ۽ نه وري وٽس پنهن کـي ڏيڻ لاءِ ڪجهه هيو. هيءَ ٻي ڳالهه آهي ته مونکي ڪابه چيز ڪنهن کي ڏيڻي ڪانه هئي. نه الله کي ۽ نه ماڻهن کي. ڇاڪاڻ ته پنهن کي ڪجهه بخشش يا سخا ڪرڻ هڪ وڏي سائنس هئي. هڪ وڏو فن هيو جنهنجي نـه مونکي ڪا سکيا مليل هئي ۽ نه مون ڪڏهن ان تي عمل ڪيو هيو.

ان کان وڌيڪ منهنجي سادگي هيءَ هئي جو مون زندگيءَ جي مقصد سمجهڻ لاءِ پاڻهر تو ڪوشش ڪڏهن ڪانه ڪئي. ڇاته ٿي شايد مونکي ڪو غئبي اشارو ملندو، خواب ۾ بشارت ٿيندي يا وري ڪو هاتفي آواز ايندو. اهڙي آچار هر وقت از غئبي آواز جي آهٽ لاءِ انتظار ۾ رهيس. پـر آسمان خاموش رهيو توڙي جو اڳـ هميشه ڳالهائيندو پئي رهيو آهي. بقول ٻنائي جي اڳي اڀ رڙن مون پيري ماٺ ٿي.

آخر وري به اندر واري کي مونتي ترس آيو. چيائين ته موڳا مورک اجايو ٿـو ويٺو خيالي پلاءُ پچائين. زندگي تو گنوائي ڇڏين وڃائڻ ۽ کڳيون هٿـڻ ۾. هاڻ جڏهن قبر جي ڪنڌيءَ تي پهتو آهين ته ويٺو ٿو حياتي جو مقصد ڳولين. خير ڀلي ڀلي پاڻ آيو اهو به نه ڀُلو. ڏس توکي آءٌ ٿو ڏيان پوءِ پورهيو پاڻ ڪر. هاڻ وچ وڇي پنهنجي لکڻ پڙهڻ کي لڳ. پنهنجن ڏيڍي ماڻهن وٽ وڃي رهه. پائيڇاري ۽ پاڙيءَ جي پير پـرڻ خـاطر جو ڪجهه تون سندن لاءِ ڪري سگهين ڪر.

جي ڏيئي سگهين ته ڏي. پر بنا ڪنهن غرض جي ۽ سواءِ ڪنهن لالچ جي. ڪنهن به عيوضي جي آس نه رک. جي تو وٽ اچن ته انهن کان ائين نه پڇ ته هو ڪير آهن، يا ڪٿان آيا آهن. فقط هي سوال پاڻ کان ڪر ته ڪين ڪهڙي تڪليف آهي. جي تو وٽ ماڻهو پاڻ پير پري نه اچن ته تون وٽن وڃ. جي توکي لوڏي ڪڍن ته تون ڳل ڳچيءَ ڳارو ڪري کين پرچاءِ جيستائين هو توکي پنهنجو ڪن. پوءِ برودي نه سهي ته برو نه سهي. اهوئي هڪ رستو آهي جو تون اڳتي هلي اهو ڪجهه ٿي سگهندين جو هر ڏک ۾ ۽ هر ڏکئي وقت تنهنجا ماڻهو توکي ياد ڪن. هن کان وڌيڪ بهتر مقصد تنهنجي زندگيءَ جو ٿيڻ مشڪل آهي —

برسات: توهان پنهنجي زندگيءَ جي باري ۾ ڪجهه ٻڌايو؟ جيڪي ڏانهن گذاريا اٿو انهن لاءِ ڪيتري قدر مطمئن آهيو؟

روهي: مون ڀرپور زندگي گهاري آهي يا اڌوگابري. چئي نٿو سگهان. البت هيءَ ڄاڻ اٿم ته پنهنجي وسان ڪونه گهٽايو اٿم. وري جڳ ۾ چنگي ماري اٿم. اهڙو ڪو ڪوٽو ڪم رهيو ئي ڪونه آهي جو ڪيو نه هجيم يا جنهن ڪرڻ لاءِ سوچيو ئي نه هجيم. هي ٿي سگهي ٿو ته مناسب مهل يا موقعي نه ملڻ ڪري گهڻا گناهه ثواب تائين پهچڻ کان رهجي ويا هجن. جنهن غفلت لاءِ افسوس اٿم. هاڻ خبر پيئي اٿم ته سمجهه ۽ صحت به حياتي جيان امانتون هيون جي واقعي ئي ائين آهي ته پوءِ چئبو ته امانت ۾ خيانت به پيٽ ڀري ڪئي اٿم.

دراصل مون زندگي ڪاٽي ڪيس سرڪاري مال يا مال غنيمت سمجهي. سموري عمر ائين گذاريم ڄڻ قرض يا اوڌر ۾ ٿي وهيس. اوڌر به اها جا هڪ مسلمان ڪنهن هٽ واڻئي لالن ان نيت سان وٺي ته رقم واپس ورائي موڙ نه ڏيڻي هئي. باقي هن ڌرتيءَ تي بوجهه ٿي رهڻ جو ڪرايو روڪ ۽ سواءِ ڪنهن چرن چرا ڪرڻ جي ڀري ڏيندو رهيس. ارڏايون به چنگيون ڪيم سي نه ڪي حادثا هوا ۽ نه حالتن جي مجبوري. ڏسي وائسي ۽ ڄاڻي ٻجهي نانگن جي ٻرن ۾ هٿ وجهندو رهيس. نالو ”ٻچو“ نه هوندي به ٻچي ويس! اهو منهنجي سمجهه کان ٻاهر آهي.

جنهن وٽ يا وستوءَ کي مون بي بها سمجهي هٿ ڪيو ان شئي جو اصلي قدر يا قيمت مارڪيٽ ۾ ڪيتري هئي؟ مون ڪڏهن به نه سوچيو. مون ڏٺو ته زندگي جو ملهه ڪجهه به هيو پر هوئي به زندگيءَ جو ڪجهه به ملهه ٿيندو آهي ڇا؟ انڪري مون سندس ڪو قدر نه ڪيو. پر هاڻ ٿي خبر پوندم ته زندگي به هڪ گهر جيان آهي جنهن جي چنڊ ڦوڪ ڪرڻ ضروري آهي، نه ته مٿس مٽ مٽيءَ جا چڙهي ويندا ۽ ڪنڊ ڪڙڇ ڄاري سان ڀرجي ويندي. مون به زندگيءَ جي ڪا پر گهور ۽ پرداخت نه ڪئي. نتيجو اهو نڪتو جو مٿس اَٽ ۽ ڪٽ چڙهي ويو ۽ سموري زندگي زنگجي ويئي. هاڻ ته ائين ٿو معلوم ٿئي ڄڻ آءُ هڪ اهڙي ڳوري جاءِ آهيان جنهن ۾ ڄئبات اچي واسو ڪيو آهي.

مون ڪي زندگيءَ جو هر اوراپ وٺيو پر سندس بي وفائي اصل سمجهه ۾ نه آئي. عمر جي اڳياڙي ۽ پڇاڙي ته پتلي ۽ پوئڪيءَ جي سنڌيءَ ۽ پڇڙيءَ وانگر ئي بيڪار ۽ بي سود پر سندس آنيءَ واري جواني به هجي فاني؟ ڪنهن ڏٺي ته ڪنهن ڏٺي به نه. ته باقي زندگيءَ ۾ رهيو ڇا؟ اڄا ڪلهوڪي ڏينهن ويٺي سوچيم ته زندگيءَ جو مقصد ڳولي پاڻ لاءِ ڪا راهه تلاش ڪريان. اڄ ويٺو هٿ هٿان ۽ هنجون هاريان ته مار، زندگي گذري به ويئي ۽ مون کي ڪل

ڪانه پئي ڪائي، توڙي جو آءٌ گس تي برابر بيٺو رهيس. جڻ ته ڪو ڪنوڻ جو تجلو هيو جو مهلڪو ڏيئي جلوو ڏيکاري اجهامي ويو. پيٽسان خواب به ڪو جهٽ پلڪ ته جٽاءُ ڪندو آهي. اهڙي پاڇوڪڙ جي ڪهڙي ياري جا اچڻ کان اڳ ڪري وڃڻ جي تياري.

زندگيءَ جي شروعات ته کلندي کلائيندي گذري. ڪجهه اڳيرو ٿي جڏهن ڏٺم ته ڪو به بني بشر ڏکن سورن کان واندو نه هيو ته پوءِ پنهنجي نال ڦڪي ۽ نقلي نظر آيم. لاچار ٿي پنهنجن کلندڙ ڏندن کي اندر ڪري چپ پڪوڙيم جيئن کليل ڳڙکيءَ کي پڙدو ڏيئي بند ڪيو وڃي. مون کي جهوريو يارن جي وڇوڙي، جي لاهوتي لڏي ويا. موت مون کان ڪو دوست يا عزيز کسي هرگز نه سگهيو. جي اڪين آڏو نه آهن تڏهن به هو منهنجي زندگي کان ٻاهر نڪتل ٿوروئي آهن. فقط اکيوٽ جيتري دير آهي ۽ سڀڪ منهنجي سپرين. باقي هي حقيقت آهي ته موت پيو ڪجهه ڏيپ ڏاءُ نه ڏنو البت منهنجي عقل ۽ سمجهه کي اڏ رنگو ڏيئي موٽاج بڻائي ڇڏيو. ڏٺم ته موت سان دليل ۽ دانائيءَ جو ڪو واسطو هيو ئي ڪونه. نه وري موت، قدرت يا زندگيءَ جو ڪو قانون هيو. جي قانون هجي ها ته مون ٻاهٺ سالن جي ٻڍي جي جيئري، ٻن، ٻارنهن ۽ ٻاويهن سالن جا ڳڀرو ڪيئن هن جهان مون کجي وڃن ها ـــ

مون آسمان تي اڏڻ جي ڪڏهن ڪوشش نه ڪئي نه وري پهاڙن يا دڙن تي ڪو چڙهائي ڪيم. آءٌ پهاڙ جي پاڙ وٽ تري تي ويهڻ جو عادي آهيان اوچائي تي چڙهندي ستي کي ڦيريون ايندي ون اٿم. هونئن به ذڪ انهن کي ايندو جي بلنديءَ تي هجن. جو ويٺو ئي هيٺ زمين تي هجي تنهن جي ڪرڻ ۾ ڪهڙو خطرو. جوتش وديا پٽاندر پڻ آءٌ "آبي" يعني پاڻي جي عنصر کان متاثر آهيان ۽ پاڻيءَ جيان هيٺاهينءَ ڏانهن وڃڻ جي عادت اٿم.

(هلندڙ)

# شاهه عنايت

سَکَرِ سائيءَ سِکَ، جانه آهي عام کي
سمهي رهُه، سيد چئي، پيءُ پيالي پِکَ
نِينهن جني جو ناهه سين، تني ذاتي تکَ
لوڪان ڇپي لِکَ، جي هوءِ منهنجو حبيب سين.

رکي توکل تن ۾، پهرين پچائج پاڻ
سناسي سيد چئي، اهو ٿئي جا ٽج جاڻ
ڪڏهن چيڏج ڪاپڙي، سندو غير ڪماڻ
پهرين پڄج پاڻ، پوءِ پچائج پريتڙون.

ڪين اُنو ڪين وُٺو، ڪين وسندو وري
اوٺي رات، حيات چئي، آندي خبر ڪري
مَچي موچارا ٿئا، اُن جا ڳاڍو ري دي نُهي
جي برن جا بري، تن پنهنجي پيرن پڌا ڏيئين.

جهڙا ڪرڙ ڪڪوريا، تهڙيون لوبون سرلڳن
هيڪانديون ٿي هليون، پَسي کي پڪن
ميڙين ڏٿ ملير ۾، سدا سانوڻ ڪن
ٿي جن پکن، عمر! اُڪنڍي آهي يان.



ٻهرن ٽي ٻيٺي
رات جٺيندي ڪيترو
ويٺي ڙي ويٺي !



ڪوهيڙي ڪنهبو
ڳاڙهي ٻڪيءَ ڇُهنب سانُ
ڳائيندي ٽوپيو .



ڪَنگ چٽي ڪُرڙي ـ
جلسي ۾ شاعر ڏسي
اڄ آئي ڏرڙي .



ويري تنهنجي بچَ !
ڪلرُ ڪيري ڪوٽ ڪي
مٿان ٻگهن آچَ !



هٽ نہ هُيون ڪالهہ
هيڏيون ٻِگل ڪنگريون
ايڏي چگل مالهہ !



ٺنڊ ٻيو سيڪو،
دَس لڳا، دَر ٻُوريا
ٻير سُتو ٻيڪو .



هو جي جَن نہ ڪَن،
او شَل ٻَوَن مينهَڙا
ڪونگا واهہ ڪَجن !



ٺنگڙ ٺهہ ٺهہ ڪن،
اڄ نہ ڏٺم وات ٽي
گهوٽ مٽي گهوڙن !

# شاه عنات

سَکَرِ سائِيُ سِڪَ، جانه آچجي عامَ کي
سمهي رهُ، سيد چئي، پِي پيالي پِڪَ
نِينهُن جنِي جو نانهه سيِّن، تني ڏني تِڪَ
لوکان چڱي لِڪَ، جي هوءِ حضوءِ حبيب سين.



رکي توکل تَنَ ۾، پهرين پڇائِجُ پاڻُ
سناسي سيد چئي، اهوئي جاڻِجُ جاڻُ
کڏي ڇڏ ج کاپڙي، سندو غيرُ گمانُ
پهرين پڇج پاڻُ، پوءِ پڇائج پر ٻيٽون.



ڪين اُنو ڪين وُٺو، ڪين وسندو ورهي
اوٺي رات، عنات چئي، آندي خبر ڪمري
مَچي موچار اٿئا، اُن جا ڏِگا ڏور ڏر ڦِبِ
جي برن جا برِي، تن بند ٻٽن بدا ڏيئين.



جهڙا ڪرڙ ڪکور ئا، تهڙيون لويون سِرلڱنِ
هيڪانديون تي هلبيون، پُسيَ کي پِڪنِ
ميڙين ڏُٺُ ملير ۾، سدا ساٿُ ڪنِ
تني جن پکن، عمر! اُڪنڊي آهيان.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿيِ، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڻجاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‎ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪجي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻجاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَـنَ پَـنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)